# ترتيب

# ٻه اکر

هن ننڍڙي ڪتاب ۾ مارڪسي – ليننيپ نقطي نگاهه
کان قومي سوال جو تنقيدي جائزو ورتو ويو آهي. ان سان گڏ،
قومن جي تاريخي ارتقا جي قانونن کي پڻ بحث هيٺ آندو ويو
آهي ۽ قوم لفظ جي ڏيندڙ مڙني غلط تشريحن ۽ تاويلن کي
رد ڪندي، قوم جي جديد ۽ اصلي سائنسي وصف دليلن سان
پيش ڪئي وئي آهي.

اسان جي ملڪ ۾ قومي مسئلي کي مختلف ڌريون
مختلف نمونن سان پيش ڪري رهيون آهن. ظالم قومن جا
مارڪسٽ ان کي طبقاتي جدوجهد جو دشمن قرار ڏئي رهيا
آهن، ته ٻئي طرف مظلوم قومن جا انتهاپسند قومپرست،
مارڪسزم کي قومي جدوجهد جو دشمن نظريو سمجهي رد
ڪري رهيا آهن ۽ هو قومي ۽ طبقاتي جدوجهد کي هڪ ٻئي
کان الڳ ۽ ڌار نظريا سمجهي رهيا آهن.

هن ڪتاب ۾ انهن ٻنهي ڌرين کي مارڪسزم –
لينتزم جي روشني ۾ جواب ڏئي اها ڳالهه ثابت ڪئي وئي
آهي ته مارڪسزم، ڪنهن به طرح قومي آزادي جي تحريڪن

جي دشمن نہ آهي ۽ نہ ئي وري قومي آزادي جون تحريڪون، طبقاتي جدوجهد کي نقصان رسائي سگهن ٿيون. مارڪسزم جي بانين انهن ٻنهي جدوجهدن کي ملائي ڪٽڻ تي زور ڏنو آهي ۽ قومي آزادي جي تحريڪن جي بنا شرط شروط جي حمايت ڪرڻ تي زور ڀريو آهي.

رڪ سنڌي

# خاندان کان قوميت تائين سفر

تاريخ جي مادي نظرئي موجب انساني سماج ۾ طبقن کان سواءِ انسانن جون قومي برادريون پڻ وجود رکن ٿيون. جيڪي طبقاتي سماج شروع ٿيڻ کان گهڻو پوءِ سرمائيداري سماجي دور ۾ وجود ۾ آيون. انساني سماج جي ترقي سان گڏ قومون بہ ارتقائي مرحلا طئہ ڪنديون موجوده منزل تي رسيون. قومن جي موجوده شڪل کان اڳ معاشري ۾ انسانن جون هيٺئين قسم جون برادريون وجود رکنديون هيون. جيئن: خاندان، قبيلا ۽ قوميتون.

## 1. خاندان

اڄ کان هزارين سال اڳ ابتدائي وحشي دور ۾ انسان اڪيلو زندگي گذاريندو هو. هن کي خانداني رشتن جي ساڃاهہ ڪانہ هوندي هئي ۽ هو اجتماعي زندگي جي فائدن کان نا آشنا هو. پر جڏهن حالتون بدلجڻ لڳيون، سماج ترقي ڪرڻ لڳو تہ هو انهيءَ سان اڪيلي سر ٽڪر کائڻ ۽ منهن ڏيڻ جي اهل ٿي نہ سگهيو. هو اڪيلي سر نہ صرف غذا حاصل ڪرڻ

۾ تڪليف محسوس ڪرڻ لڳو پر دشمن جي حملي کان بہ پاڻ بچائي نہ سگهيو تہ هن اڪيلي سر جيون گهارڻ کان گروهن ۾ رهڻ کي ترجيح ڏني. گروهن ۾ رهڻ ڪري هن کي شڪار ڪرڻ، غذا حاصل ڪرڻ ۽ دشمن جي حملي کان پاڻ بچائڻ جي سهولت ملي. ان ڪري اوائلي انسان ۾ ٻين سان گڏ رهڻ ۽ گڏجي محنت ڪرڻ جو جذبو پيدا ٿيو. جڏهن انسان ابتدائي وحشي سماج ۾ گروهن جي شڪل ۾ رهڻ شروع ڪيو تہ اوائل ۾ هو خوني رشتيداري جي جذبي تحت متحد ٿيو ۽ ان ئي رشتي تحت خاندان جو بنياد پيو.

خاندان، انسان جو هڪ اهڙو گروهہ هوندو آهي، جنهن جا فرد هڪ ٻئي سان خوني رشتن تحت ڳنڍيل هوندا آهن ۽ اهي هڪ ئي نسل يا ٻڻ ٻڌياد مان هوندا آهن. تاريخ ۾ انهن خاندانن جو بنياد قديم راڄوٽي سماج (اوائلي اشتراڪي سماج) ۾ پيو. ان سماج ۾ خاندان جا سڀئي فرد گڏجي محنت ڪندا هئا ۽ ان جي ورهاست پڻ برابري جي بنياد تي ڪندا هئا. هنن جي هر حاصلات گڏيل ملڪيت هوندي هئي. پئداواري وسيلن جي گڏيل حاصلات ۽ گڏيل استعمال هڪ وڏي خاندان جي بنياد جو ڪم ڏيندو هو. خاندان نہ صرف خوني رشتن تي ٻڌل هوندو هو، پر اهو معاشي ناتن ۾ پڻ جڪڙيل هوندو هو. خاندان جي تعمير ۾ اقتصادي حالتن جو وڏو هٿ هوندو هو. ڇو جو هڪ خاندان جي ماڻهن جو گڏجي رهڻ ڪو اتفاق يا حادثو نہ هو ۽ نہ ئي صرف رشتيداري جذبي تحت اها برادري ٺهي هئي، پر معيشت کي گڏيل نموني هلائڻ، گڏجي محنت

ڪرڻ، هڪ ٻئي جو بچاءُ ڪرڻ ۽ پنهنجو نسل قائم رکڻ جو جذبو ان جي پنيان ڪم ڪندڙ هو.

## 2. قبيلا

اوائل ۾ اجا پيداواري ذريعن ايتري ترقي ڪانہ ڪئي هئي. جنهن ڪري خاندان کي هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ ۽ هڪ ٻئي جي مدد ۽ سهڪار جي ضرورت ڪانہ پئي هئي. ان ڪري هو پنهنجي بچاءُ جو بندوبست پاڻ ڪندا هئا ۽ ٻين خاندانن سان ڪوبہ ناتو رشتو ڪونہ رکندا هئا ۽ انهن کي پاڻ لاءِ ڌاريو سمجهندا هئا.

جڏهن خاندان جي آبادي وڌڻ لڳي ۽ انهن جي گذر سفر جا وسيلا تنگ ٿيڻ لڳا تہ خاندان جو هڪ حصو ٽٽي، نئين هنڌ ڏانهن رهڻ لاءِ روانو ٿي ويو. انهن ٻنهي برادرين ۾ پوءِ بہ رشتيدارانہ ۽ معاشي رابطا قائم رهيا. انهن ئي بنيادن تي خاندانن جي وسيع اتحاد، قبيلي جي تشڪيل ڪئي. ڇو جو وڌندڙ آبادي رشتيدار خاندان کي مجبور ڪيو تہ هو اندروني طور تي ارد گرد جي دنيا سان ڪاروبار ۾ متحد ٿين. اهڙيءَ طرح انساني سماج جي قديم راڄوٽي نظام ۾ خاندان ڪان پوءِ قبيلا وجود ۾ آيا. جيڪي آبادي جي لحاظ ڪان هزارين ماڻهن تي مشتمل هئا. اهي هڪ مخصوص علائقي ۾ رهڻ لڳا ۽ اتي جي شڪار، ٻنين ٻارن ۽ ٻين غذائي وسيلن تي قابض بنجي ويا. اهڙيءَ طرح تاريخ ۾ پهريون ڀيرو علائقائي اشتراڪ جو تصور قدرتي طور تي قائم ٿيو. خاندان جي وچ ۾ انهن ناتن ۽ رشتن هڪ مخصوص ٻوليءَ کي جنم ڏنو ۽ هو پاڻ ۾ هڪ

مخصوص ٻولي ڳالهائڻ لڳا. قبيلا جا ماڻهو گڏيل مذهبي عقيدن رکڻ سان گڏ، گڏيل رسم رواج جا مالڪ پڻ هئا. جنهن ڪري منجهن ثقافتي هڪ جهڙائي جو عمل اڀريو.

قبيلن جي ساري سماجي تعمير جمهوري اصولن تي ٿيڻ لڳي. هو پاڻ ۾ گڏجي هڪ سربراهه جي ماتحت نظام زندگيءَ جا طور طريقا اختيار ڪرڻ لڳا. قبيلي جو انتظام هڪ مجلس ڪرڻ لڳي، جيڪا قبيلي جا ماڻهو متفق طور تي چونڊيندا هئا. ان مان ئي هڪ بزرگ قبيلي جو سربراهه مقرر ٿيندو هو.

## 3. قوميت

پئداواري ذريعن جي اوسر سان گڏ سماجي رشتا پڻ ترقي ڪندا ۽ بدلجندا رهيا. جڏهن پيداواري قوتن گهڻي ترقي ڪئي ۽ دهات جا اوزار نهڻ ڪري انسان جون پئداواري صلاحيتون وڌي ويون ته انسان پنهنجي ضرورتن کان وڌيڪ شيون پئدا ڪرڻ لڳو. ان جو لازمي نتيجو اهو نڪتو جو کپت کان حاصلات وڌيڪ ٿيڻ لڳي ۽ ڪن قبيلن جي اڳواڻن وٽ اها واڌو حاصلات جمع ٿيڻ لڳي. جنهن ڪري وڌيل پئداوار جي ذخيره اندوزي ٿيڻ لڳي. اهڙي طرح سماج ۾ ذاتي ملڪيت جو بنياد پيو، گڏيل محنت ۽ گڏيل استعمال جو طريقو ختم ٿي ويو. ان جي جڳهه انفرادي محنت ۽ انفرادي معاوضي ورتي ۽ انسان جو انسان هٿان استحصال ٿيڻ شروع

ٿيو. اهڙيءَ طرح قديم راڄوٽي نظام غلام داري سماج ۾ تبديل ٿي ويو. پئداوار ٻن شاخن زراعت ۽ حرفت ۾ ورهائجي وئي ۽ شيون واپار لاءِ تيار ٿيڻ لڳيون.

طبقاتي معاشري پنهنجا اثر قبيلن ۽ قبيلائي اتحاد تي ڇڏڻ شروع ڪيا. قبيلن ڪي پنهنجي پيداوار وڌائڻي پئي ۽ هنن ڪي ڪم جي باقاعدي ورهاست ڪرڻي پئي. قبيلن جا ماڻهو شيون نہ صرف ذاتي استعمال لاءِ تيار ڪرڻ لڳا پر هاڻ هو شيون واپار ۽ ٻين قبيلن سان مٽاسٽا لاءِ بہ تيار ڪرڻ لڳا. واپار هڪ قبيلي کان نڪري مختلف قبيلن تائين ڦهليو. جنهن ڪري هڪ مخصوص جاگرافيائي خطي جي قبيلن جي وچ ۾ رشتا ۽ ناتا وڌڻ لڳا ۽ ميل جول ٿيڻ ڪري هو هڪ ٻئي جي وڌيڪ ويجهو اچڻ لڳا. ملڪيت جي واڌ ۽ ضرورتن قبيلن کي پنهنجو ڌار وجود قائم رکڻ نہ ڏنو. ڇو جو هرهڪ قبيلو ڪنهن نہ ڪنهن اقتصاديات، معاشيات، هنر ۽ ڪاريگري ۾ خود ڪفيل هو. ان ڪري ٻئي قبيلي کي ان جي مدد جي اشد ضرورت پئي. قبيلا پري پري رهڻ بجاءِ زمين جي هڪ مخصوص ٽڪر تي هڪ ٻئي جي ويجهو رهائش اختيار ڪرڻ لڳا، جيئن هو ٻاهرين حملي آورن کي گڏجي منهن ڏئي سگهن ۽ هڪ ٻئي جي تجربن ۽ حاصلاتن مان فائدو حاصل ڪري سگهن. ان ڪري قبيلن جو اتحاد وسيع ٿي ويو. قبيلن جي وچ ۾ پيدا ٿيل معاشي رابطن ۽ هڪ علائقي جي اشتراڪ ڪري قبيلا پاڻ ۾ گهڻي وقت تائين فقط خانداني بنياد تي رابطا قائم رکي نہ سگهيا ۽ خوني رشتيداري جي رابطي جي جڳهہ علائقائي رابطي ۽ ويجهڙائي ورتي. علائقائي اشتراڪ اهڙن

ماڻهن کي ڳنڍڻ شروع ڪيو، جيڪي پاڻ ۾ فقط خون جي بنياد تي رشتيدار نہ هئا. اهڙيءَ طرح وطن جي تصور جنم ورتو ۽ علائقائي مفاد قبيلائي مفادن مٿان غالب پوڻ لڳا. انساني سماج ۾ رياست جو ظهور ٿيو، علائقائي حڪومتون يا بادشاهتون، قبيلائي سردارين جي جاءِ والارڻ لڳيون. علائقائي اشتراڪ، معاشي ترقي جي عمل ۾ سڀ کان گهڻو ڪردار ادا ڪرڻ شروع ڪيو.

جڏهن مختلف قبيلا هڪ مخصوص جاگرافيائي خطي اندر رهڻ لڳا تہ هو هڪ ئي خطي اندر پنهنجون ڌار ڌار زبانون ۽ رسمون رواج جاري رکي نہ ٿي سگهيا. ان ڪري اڳتي هلي سندن وچ مان مختلف قبيلائي ٻولين ۽ رسم رواجن جا سنڌا ختم ٿيڻ لڳا ۽ منجهن هڪ اجتماعي ٻولي ۽ ثقافت ابرڻ لڳي.

اهڙيءَ طرح مختلف قبيلن جي هڪ گڏيل جاگرافيائي وطن، ٻولي ۽ گڏيل ثقافت جي بنياد تي غلام داري ۽ جاگيرادري سماج ۾ انسانن جي هڪ نئين قسم جي برادري قوميت جنم ورتو. جيڪا خاندان ۽ قبيلي جي برخلاف خوني رشتن بدران گڏيل علائقي ۽ ثقافت تي ٻڌل هئي.

هر انساني برادريءَ کي سماجي بنياد تي پنهنجو هڪ خاص طبقاتي ڍانچو هوندو آهي. ان ڪري غلام داري سماج جي قوميت جا بنيادي طبقا غلام ۽ آقا هئا. جڏهن تہ جاگيردارانہ قوميت ڏسڻ ۾ تہ گهڻن طبقن ۾ ورهايل پئي نظر

آئي، پر پوءِ بہ ان جي اندر بنيادي طبقاتي تضاد هاري ۽ جاگيردار جي وچ ۾ هئا.

قوميت، قوم جي پيٽ ۾ ماڻهن جي گهٽي مستحڪم برادري ڪانہ هئي. ڇو جو غلام داري ۽ جاگيرداري سماج تحت هڪ اهڙي معاشي برادري تشڪيل وٺي نہ پئي سگهي، جيڪا سڄي ملڪ تي ڇائنيل هجي. ان ڪري ئي قوميت انسانن جي وچ ۾ ايترا ويجها ۽ گهرا لاڳاپا پيدا نہ ڪري سگهي. جنهن تحت پراڻا خانداني ۽ قبيلائي اثر ۽ نشان ختم ڪري سگهجن. غلام داري ۽ جاگيرداري سماج ۾ واپاري مرڪزن ۽ جنسن جي مٽا سٽا محدود ۽ مقامي نوعيت جي هئي، اها سڄي ملڪ تي ڪنٽرول ڪري نہ پئي سگهي. جنهن ڪري سياسي ۽ معاشي اتحاد گهرو ۽ مضبوط نہ پئي ٿي سگهيو.

سماج ۾ قوميت جو معاشي اتحاد سڄي ملڪ تي ٻڌل نہ هجڻ ڪري مڪمل طرح قبائلي اثر ختم نہ ڪري سگهيو. ان دور ۾ قبائلي ٻولين جي جڳهہ هڪ گڏيل زبان ورتي، جنهن جي رسم الخط شرع ٿيڻ سان ان جو ادبي معيار قائم ٿيو ۽ ان چڱي خاص ترقي ڪئي. پوءِ بہ ان گڏيل زبان تان قبيلائي ٻولين جا اثر مڪمل طرح ختم ٿي نہ سگهيا. ملڪ جي مختلف خطن ۾ ان جو لهجو ۽ روپ بدليل رهيو.

قبيلائي ريتن رسمن گڏجي هڪ گڏيل ثقافت کي جنم ڏنو. جيڪا سماجي حالتن جي اثر هيٺ طبقاتي ثقافت هئي ۽ اها سماج جي مٿين طبقن جي حالات زندگي جو عڪس هئي.

ان گڏيل ثقافت تي بہ قديم دور جي خاندانن ۽ قبيلن جي ريتن رسمن ۽ رواجن جو عڪس چٽيءَ طرح نقش ٿيل هو. ان کان سواءِ ان ثقافت تي خاص علائقائي اثر بہ پيا، جنهن جو خاص سبب قبيلن وچ ۾ معاشي رابطن وڌڻ ڪري علائقي جي مختلف حصن ۾ تعلقات وڌڻ ۽ اتان جي رهواسين جو هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ هو.

# قومي وجود جي اوسر

جڏهن انساني سماج ترقي ڪري جاگيرداريءَ مان سرمائيداري ۾ داخل ٿيو ۽ صنعت ۽ تجارت زور وٺڻ شروع ڪيو ته صنعتڪارن، واپارين ۽ مالدار طبقن پوري معيشت تي قبضو ڪري، ان کي جاگيردارن جي چنبن مان ڪڍي سڌو سنئون پنهنجي هٿ هيٺ آندو. جنسن جي پيداوار جاگيردارن جي ننڍين ننڍين مقامي منڊين کي هڪ واحد قومي منڊي ۾ متحد ڪرڻ شروع ڪيو. سرمائيدارانه نظام مقامي حدن کي ٽوڙي عام قومي منڊي تشڪيل ڪئي.

جاگيردارانه دور ۾ هڪ ملڪ اندر جاگيردارن طرفان الڳ الڳ قانون لاڳو هئا ۽ ملڪ ڪيترن ننڍن ننڍن ايڪن ۾ ورهايل هو. واپاري رستا نه هجڻ جي برابر ۽ غير محفوظ هئا، ٻيو ته ملڪ جي مختلف حصن ۾ واپار ۽ صنعت جا مختلف ماپا ۽ معيار هجڻ سان گڏ جنسن جي قيمتن ۽ واپاري ۽ صنعتي ٽيڪسن ۾ پڻ اڻ برابري هئي. جيڪا ڳالهه صنعت ۽ واپار جي ترقيءَ ۾ رڪاوٽ بڻجي رهي هئي. ان ڪري

سرمائيدارن واپار ۽ صنعت کي ترقي وٺرائڻ ۽ سڄي ملڪ ۾ ڦهلائڻ لاءِ مقامي جاگيردارانہ قانون رد ڪري، سڄي ملڪ ۾ هڪ ئي نموني جا واپاري ۽ صنعتي قومي قانون نافذ ڪيا. سڄي ملڪ جي ماڻهن تي پنهنجو قبضو مضبوط ڪرڻ لاءَ هنن هڪ قومي حڪومت جو بنياد وڌو ۽ شهرن ۾ امن امان قائم ڪرڻ ۽ واپاري رستا محفوظ ڪرڻ لاءِ پوليس جو انتظام ڪيو. ملڪ جي مڙني حصن کي ڳنڍڻ لاءِ رستن جو جار وڇائي آمدورفت جا ذريعا سهل ڪيا، جيئن ڪين پنهنجو مال هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ نيڪال ڪرڻ ۽ زرعي جنسون مارڪيٽ تائين پهچائڻ ۾ آساني ٿئي. رستن جي ڦهلاءَ ملڪ جي مختلف علائقن جي ماڻهن وچ ۾ ڳانڍاپا پيدا ڪرڻ شروع ڪيا ۽ منجهن قربت وڌڻ لڳي. اهڙيءَ طرح سرمائيداري جي ترقي سان ملڪي باشندا جاگيردارن جي چنبي مان نڪري، انهن جي پراڻن ڦرلٽ جي طريقن مان جان آجي ڪرائي، سرمائيدارن جي سنئين سڌي ڪنٽرول هيٺ اچي ويا ۽ سماج ۾ ٻہ مکيہ طبقا سرمائيدار ۽ مزدور جنم وٺي هڪ ٻئي جي مد مقابل ٿيا.

سرمائيداري تعلقاتن جي مضبوط ٿيڻ سان، معاشي زندگيءَ جي هڪ جهڙائي وسيع ۽ مستحڪم ٿيڻ لڳي ۽ قومي علائقي جي انفرادي حصن جي وچ ۾ رابطو باقاعدي ۽ مضبوط ٿيڻ لڳو. اهڙيءَ طرح جاگيردارانہ قوميت جي علائقائي ۽ لساني وحدت ۾ معاشي وحدت جو پڻ اضافو ٿيو. ان عمل دوران جاگيردارانہ قوميت بورجوا قوم ۾ تبديل ٿيڻ شروع ٿي.

هڪ جاگرافيائي خطي جا هڪ ئي ٻولي ڳالهائيندڙ ۽ هڪ ئي ثقافت جا مالڪ هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ لڳا، هڪ ٻئي کي سمجهڻ، هڪ ٻئي مان پرائڻ ۽ هڪ ٻئي جي سهائتا لاءِ وڏيڪ گهرا ۽ گهاٽا ٿيا. هنن جي گڏيل سياسي ۽ اقتصادي مفادن منجهن مستحڪم لاڳاپا پيدا ڪيا. سندن قومي ٻڌي ۽ اتحاد مضبوط ٿيو.

سرمائيدارانه دور ۾ وڏن شهرن جي اڀرڻ، رستن جي ڦهلاءَ ۽ معاشي ترقي جي استحڪام ڪري ملڪ جي حدن اندر وڏي پئماني تي لڏپلاڻ شروع ٿي، مزدور طبقو وجود وٺڻ لڳو، جنهن ڪري علائقائي ٻولين جي وچ ۾ سنڌا ختم ٿيڻ لڳا ۽ تحريري ۽ زباني ٻوليءَ جو فرق مٽجي ويو ۽ قومي ٻولي ارتقا ڪئي. جنهن ۾ ادب سرجڻ لڳو ۽ تعليم ملڻ لڳي. تعليم ۽ ادب جي ترقي جاگيرداري دور جي غير مستحڪم علائقائي زبان مان قبيلائي ٻولين جي باقيات کي ختم ڪرڻ شروع ڪيو. غير مستحڪم اقليتي ٻولين ملي هڪ قومي ٻولي کي سگهارو ڪيو. جنهن ڪري اها ملڪ جي مڙني باشندن لاءِ هڪ جيتري عزيز ٿيڻ لڳي. ٻوليءَ جي استحڪام ۽ علائقائي ۽ معاشي اتحاد جاگيردارانه قوميت جي ڪلچر کي، بورجوا قومي ڪلچر ۾ تبديل ڪرڻ شروع ڪيو. جيڪو ملڪ جي مڙني رهواسين مٿان اثر ڇڏڻ لڳو. معاشي ۽ سياسي مفاد هڪ جهڙا هئڻ ڪري، ماڻهن جي وچ ۾ هڪ گڏيل نفسيات تشڪيل وٺڻ شروع ڪيو. جنهن جو اظهار ان قوم جي تاريخي روايتن ۽ رهڻي ڪهڻي مان تهذيبي اتحاد ۽ ٻڌي جي صورت ۾ ظاهر ٿيڻ لڳو.

مٿئين سڄي بحث مان نتيجو هي نڪتو ته قومون سرمائيداري دور جون اڻ ٽر پئداوار آهن ۽ انهن جي بناوت ۽ تعمير ۾ تاريخي عملن ۽ تاريخي طاقتن جو دخل هوندو آهي. جيڪي عمل ۽ طاقتون الڳ الڳ نسلن ۽ قبيلن جي ماڻهن کي گڏي هڪ قوم جي صورت ڏيندڙيون آهن ۽ اهي ئي عمل ۽ طاقتون سرمائيدارانه معيشت ۽ سرمائيدارانه معاشي رابطا ئي هوندا آهن، جيڪي جاگيردارانه دور جي هڪ علائقي ۾ رهندڙن ۽ هڪ ئي ٻولي ڳالهائيندڙن جي گروهه کي هڪ قوم جي شڪل ڏيندا آهن.

جديد دور ۾ قوم جي وصف ۽ تخيل هيٺين پنجن بنيادن تي ٻڌل آهي. جنهن به انساني گروهه ۾ اهي پنج ئي خاصيتون موجود آهن، اهو گروهه قوم چوائڻ جو اهل آهي:

1. جاگرافيائي وطن، 2. زبان، 3. تهذيب، 4. قومي ڪردار ۽ 5 گڏيل پيداواري ذريعا.

اسان هيٺ انهن خاصيتن جي ڌار ڌار تشريح ڪيون ٿا:

## 1. جاگرافيائي وطن

جنهن به انساني گروهه يا ٽولي کي پنهنجو جاگرافيائي وطن نه آهي، ته اهو گروهه قوم ۾ شمار ٿي نه ٿو سگهي. پلي پوءِ ان کي الڳ ٻولي، ڪلچر ۽ قومي ڪردار وغيره ڇو نه هجي. پر اول ته جنهن انساني گروهه کي وطن نه هوندو آهي، ان ۾ قوم ٿيڻ جون ٻيون خاصيتون به پيدا ٿي نه سگهنديون آهن. هڪ انساني گروهه کي قوم بنجڻ لاءِ جدا جاگرافيائي

وطن جي ضرورت ان لاءِ پوندي آهي تہ جيئن هو ڪنهن مستقل هنڌ تي رهائش اختيار ڪري پنهنجو تاريخي عمل آزادانہ نموني جاري رکي سگهي. هڪ جاگرافيائي خطي اندر ئي مختلف قبيلن ۽ نسلن جا ماڻهو صدين ڪان هڪ ٻئي سان گڏ رهندي، پاڻ ۾ گڏجي هڪ قومي ٻولي، ڪلچر ۽ قومي ڪردار ڪي پيدا ڪري سگهن ٿا. هڪ خطي اندر ڊگهي تاريخي عرصي بعد ئي سندن وچ ۾ گهاٽا ۽ گهرا لاڳاپا ۽ رشتا پيدا ٿيندا آهن ۽ اهو ئي عمل قوم جي بنيادي اڏاوت جو ڪم ڏيندو آهي. جيئن هن وقت سنڌ ۾ رهندڙ سنڌي، تاريخ جي مختلف زمانن ڪان هن مخصوص زمين جي ٽڪري تي رهندا آيا آهن. جنهن جون سرحدون صدين ڪان نراليون ۽ جداگانہ پئي رهيون آهن. سنڌ وطن هن وقت پاڪستان جي وفاقي ملڪ ۾ هوندي بہ هڪ جداگانہ قومي وطن آهي. پاڪستان جون سرحدون ڪن تاريخي ضرورتن تحت وجود ۾ آيون آهن. پر سنڌ جون سرحدون، سنڌي قوم جي پنهنجي صدين جي تاريخي عملن ۽ ضرورتن تحت وجود ۾ آيون آهن. اهي هن وقت فطري وطن جي صورت وٺي بيٺيون آهن.

قومي وطن ڪان سواءِ دنيا ۾ مضبوط سياسي گروهن جا ملڪ بہ آهن. جيئن ڀارت، سوويت يونين (اڳوڻي) ۽ پاڪستان، ان ڪري مضبوط سياسي گروهن جي ملڪ ۾ ڪيترين ئي قومون ۽ انهن جا قومي وطن اچي ويندا آهن. جيئن پاڪستان ۾ پنجابين، سنڌين، بلوچن ۽ پختونن جا ڌار ڌار وطن آهن. پر قومي وطن هڪ جدا ايڪو هوندو آهي، جنهن ۾ هڪ ئي قوم رهندي آهي. ان ئي لحاظ ڪان اسان ڪي

دنيا ۾ ٻن قسمن جا ملڪ نظر ايندا، هڪڙا گهڻ قومي ملڪ جيئن: ڀارت، پاڪستان ۽ سوويت يونين (اڳوڻي) وغيره ۽ ٻيا هڪ قومي ملڪ جيئن: بنگلاديش، لبيا، شام ۽ سريلنڪا وغيره.

## 2. زبان

الڳ قومي وجود جو ٻيو ثبوت قومي زبان آهي. جنهن وسيلي ڪنهن بہ قوم کي ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو ۽ ان جي الڳ قومي وجود کي تسليم ڪيو ويندو آهي. ٻولي قومي شناخت جو بنيادي پٿر هوندي آهي. جيڪا هزارين ورهين کان ڪنهن هڪ خطي اندر رهندڙ ماڻهن وچ ۾ آهستي آهستي ارتقا جون منزلون طئہ ڪندي آهي ۽ اتان جي معاشرتي ۽ معاشي اثر قبول ڪندي انساني سماجي ارتقا سان گڏ هڪ خاص صورت اختيار ڪندي آهي.

ڪنهن بہ سياسي گروهہ اندر هڪ کان وڌيڪ ٻوليون رائج ٿي سگهن ٿيون. پر اها اڻ ٿيڻي ڳالهہ آهي، جو ڪنهن قومي گروهہ ۾ هڪ کان وڌيڪ ٻوليون رائج هجن. ڇو جو سياسي گروهہ مختلف قومن جو اتحاد هوندو آهي، ان لاءِ گڏيل ٻولي جو شرط ضروري ناهي. جيئن پاڪستان چئن قومن جو سياسي اتحاد آهي. ان ۾ چار مختلف ٻوليون ڳالهايون وڃن ٿيون. اهي ٻوليون هتي رهندڙ چئن جدا جدا قومن جي سڃاڻپ آهي.

اسان کي دنيا ۾ اهڙيون ڪيتريون ئي قومون ملنديون، جيڪي هڪ ئي ٻولي ڳالهائين ٿيون، پر آهن جدا جدا. جيئن آمريڪا ۽ برطانيہ وارن جي ساڳي ٻولي (انگريزي) آهي، مختلف عرب ملڪن جي هڪ ٻولي (عربي) آهي، پر اهي جدا جدا قومون آهن. صرف ٻولي جي هڪجهڙائي بہ ڪنهن قوم جي جدا قومي وجود جو بنيادي شرط ڪونہ آهي. پر ان سان گڏ جدا جاگرافيائي وطن، جدا تاريخ ۽ تهذيب ۽ گڏيل پيداواري ذريعا پڻ ان سان لاڳاپيل آهن. ان ڪري ڪنهن بہ انساني گروهہ جنهن ۾ هڪ يا ان کان وڌيڪ هڪجهڙايون آهن، ان انساني گروهہ کي هڪ قوم ۾ شمار ڪري نہ ٿو سگهجي. پر اهو ئي انساني گروهہ الڳ قوم چوائڻ جو اهل آهي، جنهن ۾ قوم هجڻ جون مڙئي صفتون موجود هجن.

## 3. تهذيب (ڪلچر)

هڪ قوم اندر هزارين ورهين جي تاريخي تسلسل، محنت ۽ مشقت، جدوجهد ۽ جاکوڙ بعد پرايل تجربي ۽ معلومات جي بنياد تي ڪلچر (تهذيب) پرورش وٺي ٿو. جيڪو ان قوم جي طرز زندگي ۽ طرز فڪر جي احساس جو جوهر هوندو آهي. تهذيب تي جاگرافيائي وطن جي طبعي ماحول، پيداواري وسيلن ۽ پيداواري لاڳاپن جو وڏو اثر ٿيندو آهي. انسان پنهنجي حالتن کي تبديل ڪرڻ، انهن کي سهل بنائڻ لاءِ جيڪا جاکوڙ ڪئي آهي. جيڪي ڪجهہ تخليق ڪيو آهي ۽ ان تخليق ۾ سماجي ترقي جي رفتار سان جيڪا واڌ ڪئي آهي، سندس اها حاصلات تهذيب جي دائري ۾ اچي وڃي ٿي.

تهذيب جي دائري ۾ هڪ قوم جون رسمون، رواج، لباس، رهڻي ڪهڻي، ادب ۽ فن، راڳ رنگ، مصوري ۽ سنگتراشي جا اسم اچي وڃن ٿا. اهي ئي خاصيتون هڪ قوم کي ٻي قوم کان الڳ ڪن ٿيون ۽ پنهنجي علحده قومي وجود جو احساس ڏيارين ٿيون.

ان سڄي بحث جو تت اسان يوري گنڪوفسڪي جن هنن لفظن ۾ ڏيون ٿا ته: ”تهذيب انهن مڙني حاصلاتن جو مجموعو آهي، جنهن کي انسانيت پنهنجي تاريخي ارتقا جي دوران تخليق ڪيو آهي.“

## 4. قومي ڪردار

هر هڪ قوم کي پنهنجو مخصوص فڪري ۽ مادي ڪردار يا نفسياتي سڃاڻپ هوندي آهي. قومي ڪردار جو اظهار هڪ قوم جي مخصوص تهذيب مان ٿيندو آهي. جيڪو ان قوم جي انهن اندروني قومي خاصيتن جو ميڙ هوندو آهي، جيڪي خاصيتون هڪ قوم کي ٻي قوم کان علحده ڪنديون آهن.

هر هڪ قوم کي پنهنجون علحده قومي خاصيتون ۽ گڻ هوندا آهن، جن جي ذريعي ئي ان جي سڃاڻپ ٿي سگهندي آهي. اهي قومي خاصيتون پاڻ هرتو يا هڪدم پيدا ٿي ڪونه پونديون آهن، پر اهي انساني سماج جي اوسر سان گڏ ان قوم جي وطن جي جاگرافيائي ماحول، آبهوا، ريتن رسمن، جدا جدا

انساني نسلن جي رواجن، ماحول ۽ مذهبي عقيدن جي اثر ڪري خود بہ ارتقا ڪنديون آهن. حالتن جو اثر بہ قبول ڪنديون آهن ۽ پنهنجي شڪل تبديل ڪنديون رهنديون آهن. ان ڪري ئي قومن جي قومي ڪردار يا نفسياتي جوڙجڪ ورهين بعد ئي ٺهندي آهي ۽ ان سان گڏ ان ۾ پختگي ۽ جٽاداري ايندي رهندي آهي.

ڪنهن بہ قوم جي قومي ڪردار جي خبر اسان کي ان قوم جي ادب، شعر، ڏند ڪٿائن ۽ لوڪ ادب مان پوي ٿي. جن ۾ قوم جي مخصوص گڻن ۽ خاصيتن کي ساراهيو ۽ ڳايو ويندو آهي. هن دنيا جي تختي تي ڪن قومن جا فرد زياده محب وطن تہ ڪن جا قوم فروش، ڪي اهنسا پسند تہ ڪي تشدد پسند، ڪي باهمت تہ ڪي بزدل، ڪي غيرتمند تي ڪي بي غيرت هوندا آهن. هرهڪ قوم ۾ ڪونہ ڪو ڪردار ٻين قومن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ چٽو ۽ اپريل هوندو آهي.

## 5. گڏيل پيداواري ذريعا

ڪنهن بہ انساني گروهہ جي لاءِ هڪ قوم بنجڻ لاءِ اهم شرط ان قوم جي فردن وچ ۾ پيداواري لاڳاپن جي هڪ جهڙائي جو هجڻ ضروري آهي. هڪ جاگرافيائي خطي ۾ رهندڙ ۽ هڪ ٻولي ڳالهائيندڙ انساني گروهہ لاءِ اهڙن پيداواري لاڳاپن ۽ پيداواري قوتن جو هجڻ لازمي شرط آهي،

جيڪي ان گروهه جي مختلف حصن ۽ طبقن کي هڪ قوم ۾ سلهاڙي سگهن.

هڪ جاگرافيائي خطي جي رهواسين اندر معاشي اتحاد تڏهن ئي پيدا ٿيندو آهي. جڏهن جاگيرداري ختم ٿيندي آهي ۽ جاگيرداري قوميت جي جاءِ تي بورجوا قوم اڀرڻ لڳندي آهي. جاگيرداري دور ۾ معاشي بي ترتيبي ۽ عدم استحڪام هوندو آهي. معاشي اتحاد نہ هجڻ ڪري ڪنهن انساني گروهه جو قومي وطن ظاهري طرح تہ هڪ نظر ايندو آهي، پر اندروني طور تي الڳ الڳ حصن ۾ ورهايل ۽ غير مستحڪم هوندو آهي. جڏهن ان جي جاءِ تي سرمائيداري اسرڻ لڳي تہ محنت جي ورهاست ڪري هڪ جاگرافيائي وطن جو ڪوبہ حصو ان قابل نہ رهيو جو هو پنهنجون ضرورتون اڪيلي سر پوريون ڪري سگهي. ان ڪري سڀني کي هڪ ٻئي جي سهائتا جي ضِرورت پئي ۽ هڪ ٻئي تي انحصار وڌڻ لڳو. اهو ئي انحصار هڪ وطن جي جدا جدا خطن کي هڪ ڪڙي ۾ ڳنڍڻ شروع ڪندو آهي ۽ پوري ملڪ (وطن) اندر معاشي اتحاد ۽ ٻڌي جو رجحان وڌندو آهي.

ان ڪري معاشي اتحاد کان سواءِ ڪوبہ لساني گروهه، هڪ علائقي ۾ رهندي بہ قوم ٿي نہ ٿو سگهي. مطلب تہ زندگي جو معاشي ڳانڍاپو ۽ معاشي مضبوطي قوم جو لازمي جزو هوندو آهي.

# قوم جا غلط تصور

سامراجي قوتن، دنيا جي مظلوم ۽ محڪوم قومن جي استحصال ۽ ڦرلٽ ڪرڻ ۽ پنهنجا سامراجي مقصد پورا ڪرڻ لاءِ قوم جا غلط تصور گهڙي، پوئتي پيل ملڪن ۽ قومن ۾ ڦهلايا. جيئن عوام اصل حقيقت کان باخبر ٿيڻ بجاءِ اونداهي ۾ هٿوراڙيون هڻي، نيٺ سندن حاڪميت ۽ آقائيت قبول ڪري، رضا تي راضي رهي. هنن قومن جي مجيل اصولن جي انحرافي ڪري، نهايت چالاڪي ۽ مڪاري سان ان کي بگاڙي اهڙن انساني گروهن کي قوم جو نالو ڏيڻ شروع ڪيو، جن جو قوم جي تصور سان ذري برابر به واسطو نه هو. جيئن: نسلن، قبيلن، ذاتين ۽ مذهبي گروپن جي گروهن کي قوم جو نالو ڏنو ويو. جيڪي رجحان اڄ به دنيا جي ڪن ملڪن ۾ رائج آهن ۽ ان جي بنياد تي رياستن ۽ قومن جي جوڙجڪ يا تشريح ڪئي پئي وڃي.

انهن مٿين تصورن اسان جي هن ننڍي کنڊ ۾ نهايت افسوس جوڳي شڪل اختيار ڪئي آهي ۽ اڳتي هلي ان جا نهايت خراب نتيجا نڪتا ۽ نڪرڻا آهن. هن وقت به هتي جنهن نموني قوم جي لفظ کي استعمال ڪيو پيو، سو نهايت هاڃيڪار آهي. هتي مذهبي گروپن کي قوم جو نالو ڏيڻ جو

رواج تہ گھڻي وقت کان چالو هو، پر افسوس جو هن وقت، کن مستقل مفاد قوتن، مظلوم قومن جي عوام ۾ انتشار پيدا ڪرڻ، انهن جي قومي تشخص کي ملياميٽ ڪرڻ، سندن قومي ٻڌي کي ٽوڙي، سندن قوت مزاحمت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪين قبيلن ۽ ذاتين جي بنياد تي ورهائڻ ۽ هڪ ٻئي سان ٽڪراءَ ۾ آڻڻ جي حڪمت عملي اختيار ڪئي آهي. هتي قبيلن ۽ ذاتين کي پڻ قوم جو نالو ڏنو پيو وڃي. جڏهن تہ اهي قبيلا ۽ ذاتيون هڪ ئي ٻولي ڳالهائيندڙ، هڪ ئي خطي ۾ رهندڙ، هڪ ئي تهذيب ۽ قومي ڪردار جا مالڪ آهن. پر پوءِ بہ فسطائي رجعت پسند قوتن جي اشاري تي سنڌ اندر ان بنياد تي تنظيمون ناهيون پيون وڃن، جن جي سرڪاري سطح تي همت افزائي ڪئي پئي وڃي. جيئن: هيءَ سيد قوم جي جماعت، هيءَ ميمڻ قوم جي جماعت، هيءَ چانڊيا ۽ مگسي قوم جي جماعت وغيره.

ترقي پسند ڌرين کي انهن غلط رجحانن جي ڀرپور نموني سان مخالفت ڪرڻ گهرجي. ڇو جو انهن رجحانن پکڙجڻ سان مظلوم قومن جي اتحاد کي ڇيهو رسي ٿو، منجهن قومي شعور ۽ پنهنجن مجموعي قومي مفادن جي حاصلات لاءِ جدوجهد جي خيال کي سخت ڌڪ لڳي ٿو. قومي انتشار وڌي ٿو، جيڪو اڳتي هلي متحد قوم جي عوام کي پاڻ ۾ ڀيڙ ڀيڻ لاءِ غلط رستن تي وٺي وڃي ٿو ۽ اجتماعيت بدران انفراديت زور وٺي ٿي.

اسان هيٺ اهڙي قسم جي ٻين غلط قومي تصورن جي نشاندهي ڪيون ٿا:

## 1. نسلي بنيادن تي قوم جو تصور

ڪي ڏريون نسلن کي جدا قوم جو نالو ڏينديون آهن. جيڪو رجحان سراسر غلط ۽ لغو آهي. انساني نسل ڪي سماجي فرقا نہ پر حياتياتي فرقا هوندا آهن. نسلي خاصيتون، ذار قومي خاصيتون نہ پر حياتياتي خاصيتون هونديون آهن، جيئن: چمڙي جو رنگ، وارن جو رنگ ۽ بناوت ۽ اکين جي شڪل وغيره. انهن حياتياتي خاصيتن جي بنياد تي دنيا ۾ ڪيترائي انساني نسل وجود رکن ٿا.

اهي نسل ڪي ذار قومون نہ هوندا آهن پر انهن خاصيتن جا ماڻهو ڪيترن ئي نسلن سان لاڳاپو رکندي بہ هڪ ٻولي، هڪ وطن، هڪ قومي ڪردار ۽ اقتصادي لاڳاپن جي ڪري هڪ قوم جا فرد هوندا آهن. انهن کي صرف رنگ ۽ نسل جي بنياد تي ورهائي جدا قومون سڏي نہ ٿو سگهجي. اڄ بہ ڪيترن ئي مختلف نسلن جا ماڻهو جديد قومي اصولن تحت، قومن جي تشڪيل ڪري رهيا آهن. ڪيوبا ۾ ٽن نسلن جي ماڻهن جديد قومي اصولن تحت هڪ قوم کي جنم ڏنو آهي. هو جدا رنگ، ۽ جدا نسل جي هوندي بہ ٻولي، وطن، قومي ڪردار ۽ اقتصادي لاڳاپن جي بنياد تي هڪ قوم جا فرد آهن. آمريڪا جي ڪيترن ئي رياستن ۾ سياهہ فام نسل ۽ سفيد فام نسل جي ماڻهن گڏجي قوم جي جديد اصولن جي بنياد تي پنهنجا قومي وجود تسليم ڪرايا آهن. ڇو جو نسلي خاصيتون، قومن جي تشڪيل ۾ ڪوبہ بنيادي ڪرادار ادا نہ ڪنديون آهن.

انساني گروهن کي نسل ۽ رنگ جي بنياد تي ورهائڻ خود هڪ سامراجي سازش آهي. جيئن مظلوم ۽ محڪوم قومن جا فرد پاڻ ۾ جديد قومي اصولن جي بنياد تي اتحاد قائم نہ ڪري سگهن.

رنگ ۽ نسل جي بنياد تي فاشسٽن پنهنجا جارحانہ مقصد پورا ڪرڻ لاءِ ان قومي تصور کي هوا ڏني آهي. هو پوئتي پيل سياهہ فام قومن تي پنهنجو قبضو برقرار رکڻ ۽ سندن ڦرلٽ کي وڌيڪ مستحڪم ڪرڻ لاءِ سفيد فام قومن ۽ نسلن جي برتري جو پٽڪو پٽين ٿا. هنن آريائي نسل جي ٻي سڄي دنيا مٿان برتري جو انسانيت دشمن نظريو گهڙي پنهنجن فسطائي مقصدن کي پورو ڪرڻ لاءِ ميدان هموار ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ان غلط تصور جي بنياد تي سائوٿ آفريڪا، پورچوگال ۽ آمريڪا ۾ ڪي بورجوا نظريہ ساز پنهنجا غلط مقصد پورا ڪرڻ لاءِ هٿ پير هڻي رهيا آهن ۽ هڪ قوم جي فردن ۾ رنگ ۽ نسل جي بنياد تي نفرت ۽ نفاق جو ٻج ڇٽي رهيا آهن.

سفيد فام گروهن جا بورجوازي رنگدار گروهن مٿان پنهنجو قبضو برقرار رکڻ ۽ سندن ڦرلٽ کي وسيع ڪرڻ لاءِ سفيد رنگ جي گروهن جي برتري ۽ افضل ۽ اعلیٰ هجڻ جون فضول ڳالهيون ڪري رهيا آهن ۽ سياهہ فام گروهن مٿان پنهنجي قبضي کي جائز ۽ قدرتي اصولن جي مطابق ڪوٺي رهيا آهن. جڏهن تہ اڄ جي جديد دور سندن انهن غلط دعوائن جي قلعي کولي ڇڏي آهي ۽ اهو ثابت ڪيو آهي تہ مڙني نسلن جا ماڻهو هڪ جهڙين صلاحيتن جا مالڪ هوندا آهن.

سفيد فام گروهن جي ترقي جو سبب، سندن رنگ نہ پر انهن جون ملڪي حالتون ۽ وسيلا آهن ۽ اهڙي طرح رنگدار گروهن جي ماڻهن جي پوئتي پوڻ جو اصل سبب سندن رنگ نہ پر سندن مٿان سفيد فام استحصال ڪندڙن جو نوآبادياتي ظلم ۽ ڏاڍ آهي.

ان جو واضح مثال اهو آهي تہ اڄ جن رنگدار گروهن آزادي ورتي آهي ۽ اجا بہ اڳتي وڌي سوشلسٽ نظام نافذ ڪيو آهي تہ هو اڄ سفيد فامن جو مقابلو ڪري رهيا آهن ۽ هو اقتصادي طرح تمام گهڻو اڳتي وڌي ويا آهن. ان ڪري رنگ ۽ نسل جي بنياد تي قومن جي تشڪيل يا ڪن مٿان ناجائز قبضو نہ صرف غلط ۽ افسوسناڪ آهي پر اهو انسانيت جي ترقي ۽ واڌ ۾ پڻ وڏي رڪاوٽ آهي. ان ڪري دنيا جي انصاف پسند قومن ۽ ملڪن ۽ خاص ڪري گڏيل قومن کي اهڙن رجحانن کي بنجو ڏيڻ لاءِ پنهنجو تاريخي ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي. جيئن سڄي دنيا جا ماڻهو رنگ ۽ نسل جي فرق کان بالاتر ٿي عالمي ڀائيچاري ۽ ترقيءَ جي واٽ وٺي سگهن.

## 2. مذهبي بنيادن تي قوم جو تصور

فسطائي نظرئي سازن، دنيا جي پوئتي پيل مظلوم قومن جي ماڻهن کي ذهني طور مفلوج ڪري، هنن کي ورغلائي ۽ بتال بنائي، ڪين ذهني غلامن بنائڻ لاءِ انيڪ

نظريا گهڙيا آهن. هنن قوم جو صحيح ۽ سچو تصور ماڻهن کان لڪائي، پنهنجي طبقاتي مفادن خاطر انهن کي مذهبي بنيادن تي هڪ قوم جو تصور ڏنو آهي. جڏهن ته مذهبي هڪ جهڙائي جو ماڻهن جي قومي گروهن سان ڪوبه تعلق نه هوندو آهي. سنڌ جو ماڻهو هندو مذهب جو هوندي به سنڌي قوم جو فرد هوندو آهي ۽ وري اهو مذهب ڇڏي مسلمان ٿيڻ کان پوءِ به سنڌي هوندو آهي. هو هندو مان مسلمان ۽ مسلمان مان عيسائي ته ٿي سگهي ٿو، پر سنڌي مان ڪجهه ٻيو ٿي نه ٿو سگهي. اها هن جي فطري ۽ پيدائشي سڃاڻپ ۽ شناخت آهي.

ان ڪري مختلف انساني گروهن کي مذهب جي هڪ جهڙائي جي بنياد تي هڪ قوم تصور ڪري نه ٿو سگهجي. ڇو جو قومون مذهبي هڪ جهڙائي جي بنيادن بدران لساني ۽ وطني بنيادن تي تشڪيل وٺنديون آهن. مختلف ٻوليون ڳالهائيندڙ فرد صرف هڪ مذهب جي ڪري هڪ قوم بنجي نه سگهندا آهن. ڪوبه ماڻهو هڪ مذهب ڇڏي ڪو ٻيو مذهب اختيار ڪرڻ سان رات وچ ۾ جدا قوم جو فرد ٿي نه ٿو سگهي. هڪ مشترڪ مذهب رکندڙ ماڻهن کي هڪ قوم جا فرد نه پر هڪ ملت جا فرد ڪوٺبو آهي. ان ڪري ملت ۽ قوم ۾ فرق ڪرڻ کپي.

دنيا ۾ نظرياتي بنيادن تي قومن جي تشڪيل جو حربو مڪمل طور تي ناڪام ٿي چڪو آهي. قوم جي ان غلط تصور 20 صديءَ ۾ ٽين دنيا جي ملڪن ۾ خاصو زور پڪڙيو. مسلم قوم جي بنياد تي پئن اسلامزم جو نعرو هڻي، فسطائي قوتن سماجي تضادن جي وجود کان منهن موڙي، نندين ۽

ڪمزور قومن جي عوام جو اصلي مسئلن تان ڌيان هٽائي، منجهن مذهبي تعصب، ڪٽرپڻي ۽ نفرت کي اڀاريو. ان ئي بنياد تي پنهنجي پيل قومن جي استحصال ۽ ڦرلٽ لاءِ ميدان هموار ڪيو ويو. قوم جي ان مذهبي تصور کي پاڪستان، ڀارت، اسرائيل ۽ انڊونيشيا ۾ گهڻو استعمال ڪيو ويو آهي.

1947ع ۾ برصغير جي مقامي هندو سرمائيدارن ۽ مسلم جاگيردارن پنهنجي طبقاتي مفادن جي بچاءُ لاءِ ۽ هتان جي قومن جي پورهيت عوام ۾ پيدا ٿيندڙ اتحاد ۽ يڪجهتي کي ڪمزور ۽ ناس ڪرڻ لاءِ مذهبي بنيادن تي قوم جي تصور کي هٿي ڏني. هندو ۽ مسلم ڌار قومن جو راڳ آلاپي برصغير جو غلط ورهاڱو ڪرايو. ورهاڱي بعد هندو سرمائيدار ته ان قومي تصور کي رد ڪري ڇڏيو پر هتان جي مسلم جاگيردارن ۽ ڪامورا شاهي (جيڪا هڪ مخصوص اڪثريتي قوم تي ٻڌل آهي) پنهنجن طبقاتي مفادن ۽ هتان جي پنهنجي پيل ۽ ڪمزور قومن جي استحصال ۽ ڦرلٽ کي جاري رکڻ لاءِ ان کي وڌيڪ پڪو پختو ڪيو، ۽ ان لاءِ ڪيترائي جواز گهڙيا. پر آخرڪار مسلم قوم جو تصور هيٺين ڳالهين ڪري غلط ثابت ٿيو. پر اڄ سوڌو ڪي ڌريون ان کي جيارڻ لاءِ جتن ڪري رهيون آهن.

(1) مسلمان مذهب جي بنياد تي نه ڪڏهن متحد ۽ نه هڪ قوم رهيا آهن. تاريخ جي ڪنهن به دور ۾ مسلم قوم جي نالي سان ڪابه حڪومت ڪانه ٿي آهي. ان ڪري اهو تصور تاريخ جي بنيادن تي غلط هو.

(2) ان نظرئي تحت پاڪستان ۾ رهندڙ هندن، ٻڌن، ڪرستانن ۽ ٻين مذهبن جي ماڻهن کي الڳ قوم مڃڻو پوي ٿو، ۽ جمهوريت جي تقاضا اها هئي تہ هنن کي بہ قوم هجڻ جي بنياد تي الڳ حڪومتي نظام ناهڻ ۽ الڳ رياست ناهڻ جو حق ڏنو وڃي.

(3) مسلم قوم جي بنيادن تي هندستان جي مڙني مسلمانن کي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻو هو ۽ اهڙيءَ طرح برصغير جي مڙني قومن کي مذهبي بنيادن تي ورهائي ٻڌن، ڪرستانن، هندن، سکن ۽ مسلمانن کي جدا جدا وطن حاصل ڪري ڏيڻا هئا. جنهن ڪري هو خطو چون چون جو مربو بنجي پوي ها.

(4) ان تصور تحت ٻين ملڪن جي مسلمانن کي پاڪستان اندر رهائش اختيار ڪرڻ، ڌنڌو ڪرڻ، فيڪٽريون لڳائڻ ۽ زمين خريد ڪرڻ جو حق حاصل ٿئي ها.

(5) جيڪڏهن ان نظرئي تحت قومن جي تشڪيل ڪجي ها تہ مذهبي بنيادن تي سڄي دنيا کي ورهائڻو پوي ها، ۽ هڪ مذهب جي ماڻهن کي هڪ هنڌ رهائڻ جو بندوبست ڪرڻو پوي ها. ٻيو تہ جڏهن بہ ڪو ماڻهو مذهب تبديل ڪري ها تہ ڪيس ڏيهہ نيڪالي ڏئي سندس هم مذهب ملڪ ۾ اماڻيو وڃي ها.

(6) مذهبي بنيادن تي قوم جو تصور گڏيل قومن جي اداري جي اصولن جي انحرافي ڪندڙ هيو.

انهن مٿين سببن ڪري مذهبي بنيادن تي قوم جي جوڙجڪ نهايت خطرناڪ، واهيات۽7 جديد اصولن تحت غلط آهي. پر پوءِ بہ ڪي ڌريون ان هوائي ڳالهہ ڪي زور وٺائڻ ۾ رڌل آهن. جن ۾ پاڪستان ۽ اسرائيل جون صفا رجعت پسند ڌريون اچي وڃن ٿيون.

# قوم پرستي ۽ سامراج

انساني سماج جڏهن ارتقا ڪري قديم راڄوٽي نظام مان غلام داري سماج ۾ قدم رکيو ته هيٺي جو ڏاڍي هٿان استحصال ٿيڻ شروع ٿيو. جيڪو پهريان ته هڪ طبقي جو ٻئي طبقي هٿان ڏاڍ جي صورت ۾ ظاهر ٿيو، پر اڳتي هلي مختلف قبيلن وچ ۾ ملڪيت ۽ علائقن جي ورهاست تان هڪ ٻئي سان خونريز جنگيون ۽ جهيڙا پڻ ٿيڻ شروع ٿيا. جڏهن غلام داري ۽ جاگيرداري دور ۾ قوميت جي اوسر ٿي ته ان سان گڏ منظم حڪومتون وجود ۾ آيون. تڏهن کان ظالم، پرمار ۽ طاقتور قومن، ڪمزور، نستن ۽ امن پسند قومن ۽ سندن ملڪن تي اقتدار جي هوس، مال ملڪيت جي ڦرلٽ خاطر حملا ۽ هلائون ڪيون. طاقتور رياستن، ننڍين قومن کي پنهنجي فوجي طاقت جي رستي، غلام ۽ محڪوم بڻايو. وڏين ۽ طاقتور قومن جا ننڍين قومن مٿان حملا، ڪڏهن مذهبي روپن جي صورت ۾ ته ڪڏهن ڪين تهذيب سيکارڻ ۽ ترقي جي راهه وناڻڻ کاڻ همدردي جي روين جي صورت ۾ ٿيڻ لڳا. پر انهن مڙني بهانن پويان جيڪو مقصد ڪارفرما هيو، سو هيو ڪمزور قومن جي معاشيات، ڪلچر ۽ ٻولي وغيره تي مڪمل قبضو ڪري، ان نستي ۽ نٻل قوم کان پنهنجي تاريخ ناهڻ جو حق کسڻ. ان قوم جا معدني، زرعي ۽ ٻيا روزگار جا وسيلا پنهنجي قبضي ڪري، انهن

کي پنهنجي استحصال هيٺ آڻڻ ۽ ننڍن قومن تي مختلف ڍلون، ڏنڊ ۽ ڏن مڙهي، انهن کي سڪڻو ۽ پالهو ڪرڻ.

قومي مسئلي، پنهنجي پهرين صحيح صورت تڏهن ورتي، جڏهن سرمائيداري نظام پنهنجي اوائلي ارتقائي مرحلن ۾ هيو. ان دور ۾ ان مسئلي، مختلف گهڻ قومي رياستن اندر وجود ورتو. گهڻ قومي رياستن ۾ ڪا قوم ٻين جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ طاقتور، وڌيڪ ترقي يافته ۽ فوجي لحاظ کان وڌيڪ مضبوط هئي، ان پنهنجي رياست اندر ٻين ننڍين چڙوچڙ ۽ پوئتي پيل قوميتن ۽ قومن جو استحصال ۽ ڦرلٽ ڪرڻ شروع ڪئي. انهن مٿان پنهنجي فوجي طاقت ۽ سياسي تنظيم رستي غالب پوڻ شروع ڪيو. ان دور ۾ قومي مسئلي بين الاقوامي صورت اختيار نه ڪئي هئي، پر اهو مختلف گهڻ قومي رياستن اندر موجود هيو ۽ انهن جو اندروني مسئلو هو.

اهڙيءَ طرح جڏهن سرمائيداري نظام پنهنجي اوسر جي اوائلي مرحلن ۾ هيو ۽ جاگيرداري قوميتن جي جاءِ تي منظم قومون ۽ سندن قومي رياستون اڀري رهيون هيون ته صرف گهڻ قومي ملڪن ۾ ئي قومي ظلم پنهنجي منظم شڪل اختيار ڪئي. ان ظلم ۽ جبر خلاف ننڍن قومن جي عوام، قومي تحريڪون شروع ڪيون. ننڍن ۽ غير ترقي يافته قومن ۾، ظالم قوم جي ظلم ۽ بالادستي خلاف نفرت ۽ تاءُ پيدا ٿيڻ لڳو. مظلوم قومن جي اندر قومي احساس ۽ قومي جذبي پرورش وٺڻ شروع ڪئي. هنن پنهنجي غلامانه ۽ محڪومانه حيثيت ختم ڪرڻ ۽ پنهنجون خودمختيار قومي

رياستون ناهڻ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي. جنهن اڳتي هلي قومي آزادي جي تحريڪ جي شڪل اختيار ڪئي.

## سامراج

پورهيت طبقي جي عظيم اڳواڻ ڪامريڊ مارڪس چيو آهي ته، "سرمائيداري نظام جي اوسر ۽ ان جي ڦرلٽ واري فطرت ئي سرمائيدار طاقتن ڪي نوآبادياتي توسيع ۽ ان جي هٿان محڪوم ملڪن جي ڦرلٽ ڪي جنم ڏنو آهي."

17 صديءَ ۾ جڏهن مشين سماج ۾ گردش ڪرڻ لڳي ۽ سرمائيداري نظام يورپ جي ڪيترن ئي ملڪن ۾ طاقت حاصل ڪئي ته ان جي بدن مان ٻه بنيادي طبقا بورجوازي (سرمائيدار) ۽ پرولتاريه (مزدور) پيدا ٿيا. جيڪي هڪ ٻئي جو ضد هيا ۽ سرمائيداري نظام جي شروعات کان ئي انهن ٻنهي طبقن جي وچ ۾ جنگ ڇڙي وئي. جنهن اڳتي هلي منظم ويڙهه جي صورت اختيار ڪئي ۽ پورهيت طبقي ئي ان استحصالي نظام جو خاتمو آڻي، سوشلسٽ سماج جو بنياد وڌو.

جڏهن يورپ ۾ سرمائيداري نظام گهڻي ترقي حاصل ڪئي ۽ سرمائيدارن وٽ جججهي انداز ۾ مال تيار ٿيڻ لڳو ته يورپ اندر خام مال جي حاصلات ۽ تيار مال جي نيڪال جو ايڏو وڏو بندوبست موجود ڪونه هيو. يورپ جي مارڪيٽن ۾ اپت جي پيٽ ۾ کپت جي رفتار تمام ڍري هئي. ان ڪري

سرمائيدارن جو تيار مال ڪارخانن ۾ جمع ٿيڻ لڳو ۽ وڌيڪ مال تيار ڪرڻ جي ضرورت ڪانه رهي. ججهي مال تيار ٿيڻ ڪري مارڪيٽ ۾ مال جي واڌ ڪري شين جا اگهه ڪرڻ لڳا. جيڪا ڳالهه سرمائيدارن جي مفاد وٽان ڪانه هئي. ڇو جو هڪ ته ڪين يورپ اندر خام مال نهايت مهانگو ٿي مليو پيو ته ان جي تياري تي ٿيندڙ خرچ تمام گهڻو هيو. ان ڪري هنن ان صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ مزدورن جي اجرتن ۾ وڏي حد تائين گهٽتائي ڪري ڇڏي ۽ اجا به اڳتي وڌي مال جي پيداوار گهٽائڻ ۽ ان تي گهٽ خرچ اچڻ لاءِ مزدورن جي ڇانٽي ڪرڻ شروع ڪئي. اجا به جڏهن اهو بحران تيز ٿيڻ لڳو ته ڪارخانا بند ٿيڻ شروع ٿيا.

مزدورن جي ڇانٽي، اجرتن جي گهٽتائي ۽ ڪارخانن جي بند ٿيڻ ڪري وڏي تعداد ۾ مزدور بيروزگار ٿيڻ لڳا ۽ هو سرمائيدارن خلاف بغاوتون ڪرڻ لڳا. سرمائيدار ملڪن جو مزدور سياسي طرح اڳتي هجڻ ڪري، تنظيمن ذريعي متحد ٿي پنهنجا حق گهرڻ لڳو. سرمائيداري ظلم، ڏاڍ ڦرلٽ ۽ استحصال خلاف هڙتالون، مظاهرا ۽ تالا بنديون روز جو معمول بنجي ويون. ان ئي بحراني دور ۾ مارڪس ۽ اينگلس، سرمائيداري نظام جي مڪمل خاتمي لاءِ سائنسي سوشلزم جو نظريو ڏنو ۽ سرمائيداري نظام جي تباهي ۽ بربادي خلاف مزدرون کي منظم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ هنن پورهيت طبقي کي سائنسي سوشلزم جي نظرياتي هٿيارن سان هٿياربند ڪرڻ شروع ڪيو.

يورپ جي مزدورن، هنن عظيم اڳواڻن جي رهبري هيٺ سرمائيداري نظام کي ختم ڪرڻ لاءِ جدوجهد کي تيز ڪيو ۽ ان ڦرلٽ واري سرمائيداري سماج مان جان آجي ڪرائڻ ۽ استحصال کان پاڪ معاشرو تعمير ڪرڻ لاءِ جدوجهد شروع ڪئي. هنن يونين سازي ذريعي پنهنجا مطالبا ۽ گهرون حڪمرانن تائين پهچائڻ شروع ڪيون ۽ مزدورن جي ڇانٽي، ڪم گهٽي وڃڻ ۽ اجرتن جي گهٽتائي خلاف آواز بلند ڪيو. مزدورن جي ان سجاڳي ۽ جدوجهد ۾ سرمائيدارانه نظام جي تباهي ۽ بربادي جو راز لڪل هو. جيڪا ڳالهه سرمائيدار طبقو چڱي نموني ڄاڻي پيو. جنهن ڪري هو ان بحران مان نڪرڻ ۽ سوشلسٽ تحريڪ جي وڌندڙ سيلاب مان جند آجي ڪرائڻ لاءِ نيون رٿون رٿڻ لڳو.

جنهن وقت يورپ ۾ سرمائيداري نظام پنهنجي عروج تي پهتل هو، ان وقت باقي دنيا جي وڏي آبادي خاص ڪري ڏکڻ ايشيا ۽ آفريڪا جا ملڪ سماجي ارتقا جي تمام هيٺين ڏاڪن يعني جاگيرداري ۽ غلام داري تي بيٺل هئا. پيو ته پوئتي پيل ملڪن ۾ ڪچي مال جي ججهائي ۽ تيار مال جي کپت جي سنا مارڪيٽ موجود هيا. پوئتي پيل ملڪن ۾ مزدور طبقو سستو، سولو ۽ تنظيمي ۽ يونين سازي جي شعور کان وانجهيل ملي پئي سگهيو. ان ڪري يورپ جي سرمائيدار ملڪن پنهنجي اندروني بحرانن کي ماٺو ڪرڻ ۽ سوشلزم جي وڌندڙ سيلابن کي روڪڻ لاءِ پنهنجي ترقي يافته سياسي، معاشي ۽ جنگي حڪمت عملي ذريعي پوئتي پيل ملڪن کي غلام ۽ محڪوم بڻائڻ شروع ڪيو. اهڙيءَ

طرح سرمائيداري نظام پنهنجي عروج تي پهچي عالمي سطح تي قومي ڏاڍ ۽ ظلم شروع ڪيو ۽ سرمائيدار رياستن پنهنجو سرمايو، پنهنجي قومي سرحدن کان ٻاهر سيڙائي، ان رستي ننڍين ۽ غير ترقي يافته قومن جو استحصال ڪرڻ شروع ڪيو.

يورپ جي سرمائيدار ملڪن 16 صدي جي شروعات کان پنهنجن قومي سرحدن مان نڪري بحري ۽ بري رستن تي قبضا ڪري، غير ترقي يافته ۽ پوئتي پيل ملڪن ۽ قومن کي غلام بنائڻ شروع ڪيو. انهن جي منڊين، ڪچي مال، ٻارڻ ۽ سستي مزدور کي پنهنجي سامراجي مفادن لاءِ ڪتب آڻڻ شروع ڪيو. جتان ڪين صنعتي شيون پيدا ڪرڻ لاءِ سستو ۽ مفت ڪچو مال حاصل ٿيڻ لڳو، ۽ هنن يورپ جي ڪارخانن ۾ گهٽ خرچ تي شيون تيار ڪري، تمام ڳري اگهه تي انهن کي ٻيٽڪن ۾ وڪرو ڪري بي انداز نفعو ڪمايو. ٻيٽڪي ملڪن جي عوام تي ناجائز ڍلون ۽ ٽيڪس مڙهي، انهن جو سنئون سڌو استحصال ڪرڻ شروع ڪيو. اڳتي هلي سرمائيدار ملڪن آسانيءَ سان پنهنجي قبضي هيٺ آيل ٻيٽڪن ۾ پنهنجو ناڻو سيڙائي اتي صعنتون قائم ڪيون. انهن مان هنن کي ٻه فائدا هي پهتا: (1) ته ٻيٽڪن مان ڪچو مال سستو ۽ گهٽو ڪري مفت حاصل ڪري، انهن مان شيون تيار ڪرڻ لڳا. (2) ته ٻيٽڪن مان هنن کي پنهنجي ملڪن جي ڀيٽ ۾ سستو مزدور ملي ٿي ويو. جيڪو يونين سازي جي فائدن کان اڻڄاڻ ۽ پنهنجن حقن کان بي خبر هيو.

اهڙيءَ طرح سامراجي ملڪن بينڪي ملڪن ۽ قومن جي استحصال ۽ ڦرلٽ جاري رکڻ لاءِ اتي نهايت واهيات ۽ انسانيت سوز طريقا استعمال ڪيا. ننڍن ۽ پوئتي پيل قومن جي تاريخي ارتقائي عمل کي روڪي، انهن کي پنهنجي تابع بڻائي، ڪين بنيادي انساني حقن کان محروم ڪيو. غلام ملڪن جا رهواسي سامراجين هٿان لٽجي، ڦرجي، ڪنگال بڻجي جانورن جهڙي حياتي گذارڻ تي مجبور ٿيا. سامراجين هنن جو رت ست ڪڍي، هنن کي غلامي جي سنگهرن ۾ جڪڙي، جهالت جي اونداهن غارن ۾ اڇلي ڇڏيو.

ان جي پيٽ ۾ سرمائيدار ملڪ بينڪن مان ڪيل ڦرلٽ جي بنياد تي ڏينهون ڏينهن ترقي ڪرڻ ۽ اڳتي وڌڻ لڳا. هنن ڦرلٽ جي مال مان نہ صرف پاڻ جاوا ڪيا پر پنهنجي پرولتاريہ کي بہ بچيل سچيل ٽڪر اڇلائي، انهن جو پڻ وات بند ڪيو. هنن مظلوم ملڪن جي رت ۽ پگهر مان پنهنجن ملڪن کي سينگاريو ۽ سنواريو، نيون ايجادون ڪيون، نوان ڪارخانا لڳايا، وڏيون وڏيون پليون ۽ شاهي رستا ٺهرايا.

پهرين عالمي جنگ (1918-1914ع) کان اڳ پوري دنيا چند سرمائيدار ملڪن جي منڊي بنجي وئي. برطانيہ وٽ برصغير هند سنڌ سميت 26 ملڪ غلام هئا، فرانس جي قبضي هيٺ 21 ملڪ هئا، بيلجيم، اٽلي، جاپان، هاليند ۽ پرتگال وٽ بہ ڪيترائي ملڪ غلام ۽ محڪوم هئا. اهڙيءَ طرح تقريبن سڄي آفريڪا، ايشيا ۽ لاطيني آمريڪا جو وڏو حصو سامراجي ملڪن جي قبضي هيٺ هيو. سامراجي ملڪن 1876ع کان 1914ع تائين جي ٿوري عرصي ۾ دنيا جي 2

ڪروڙ 50 لک چورس ڪلوميٽرن جي ايراضي تي قبضو ڪري ورتو. جيڪا ايراضي پوري يورپ جي ايراضي جي ٻيڻ جيتري هئي. پهرين عالمي جنگ لڳڻ وقت دنيا ۾ رهندڙ هڪ ارب 70 ڪروڙ ماڻهن مان 60 ڪروڙ ماڻهو بينڪن ۾ آباد هيا ۽ 35 ڪروڙ حڪمران ملڪن ۾ آباد هئا.

جڏهن سامراجي ملڪن پوري دنيا جي پوئتي پيل ملڪن تي قبضو مڪمل ڪري ورتو ۽ هاڻ دنيا جي ڪابہ اهڙي ايراضي نہ بچي هئي، جيڪا سامراجي ملڪن جي لٽ مار کان آجي هجي تہ هنن ۾ ڦرلٽ جي مال تي جنگ لڳي. طاقتور سامراجي ملڪن پاڻ کان هيٺن سامراجي ملڪن ۽ قومن کان نوآباديون کسي پنهنجي قبضي ۾ ڪرڻ لاءِ جنگ شروع ڪئي. هن جنگ کي پهرين سامراجي جنگ ڪوٺيو ويندو آهي. هن جنگ ۾ غلام ملڪن جي نہ صرف عوام کي ٻارڻ طور ڪتب آڻيندي بيدرديءَ سان مارايو ويو، پر غلام ملڪن جي سڄي رت ست جي موڙي جنگ جي پيٽ تي وئي. سامراجي ملڪن جنگ جي خرچ جو پورائو مظلوم ملڪن ۽ قومن جي جبري ۽ سخت استحصال ذريعي پورو ڪيو. غلام ملڪن ۽ قومن تي حاڪم قومن جو قبضو پڪو ۽ پختو ٿيڻ سان گڏ سخت بي رحمانہ پڻ ٿي ويو. محڪوم ملڪن جي ڦرلٽ ۽ استحصال ۾ شدت پيدا ٿي. محڪوم ملڪن ۾ ڏڪارن ۽ وبائن منهن ڪڍيو. بدترين ڏڪارن ۽ بڇڙين بيمارين ڪروڙين ماڻهن جي جان ورتي. بک ۽ بي روزگاري جي راڪاس محڪومن جي نبل ۽ نستي جسم ۾ پنهنجا چنبا وڏيڪ مضبوطي سان جڪڙي ڇڏيا.

هي انسانيت جي تباهي ۽ بربادي جو بدترين دور 1939ع تائين پنهنجي شدت سان قائم رهيو ۽ مظلم قومن جي هر قومي جدوجهد کي بي رحميءَ سان ڪچليو ويو. آزادي گهرندڙن کي گولين ۽ بمن سان خاموش ڪيو ويو. نيٺ 1939ع ۾ سامراجي ملڪن ۾ ٻي عالمي جنگ (1939-1945ع) ڇڙي وئي. ان جنگ سامراجي رياستن ۽ فاشسٽن جا جنازا ڪڍي ڇڏيا. قومي تحريڪون پنهنجي ڀرپور قوت ۽ طاقت سان اڀري آيون. مظلوم قومن سامراجين سان ڇتيون ويڙهيون وڙهي، پنهنجون قومي آزاديون حاصل ڪيون. نيون قومي رياستون وجود ۾ آيون، ۽ رهيل نوآبادين ۾ سامراجي قومن سان موت ۽ حيات جي جنگ ڇڙي وئي. جنگ ۾ فاشسٽ قوتن بري طرح شڪست کاڌي، ۽ دنيا ٻن ڌڙن ۾ ورهائجي وئي. هڪ طرف آمريت پسند سامراجي ملڪ، جن جو آقا آمريڪا ۽ ٻئي طرف مظلوم عوام ۽ قومن جون سچيون همدرد ۽ هڏ ڏوکي قوتون، جن جي اڳواڻي دنيا جي پهرين سماج وادي رياست سوويت يونين ڪري رهي هئي.

اڄ جو دور مظلوم طبقن ۽ مظلوم قومن جي آزادي ۽ خوشحالي جو دور آهي. ڪوبہ ملڪ يا قوم ڪنهن بہ طريقي سان ڪنهن بہ ملڪ يا قوم کي غلام ۽ محڪوم بنائي نہ ٿو سگهي. اڄ سرمائيداري، سامراج ۽ ان جو نوآبادياتي نظام ان سڪرات ۾ ورتل مريض وانگر آهي، جيڪو اڄ نہ مري تہ سڀاڻي ضرور مري.

# قومي آزاديءَ جون تحريڪون

پهرين عالمي جنگ وقت جڏهن سامراجي ملڪن طرفان مظلوم قومن جي ڦرلٽ پنهنجي انتها تي پهتي ۽ عوام سياسي ۽ سماجي حقن کان محروم ٿيڻ ڪري اڻ ڳڻين مشڪلاتن ۾ گهيرجي ويو ته ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جي بينڪي ملڪن ۾ قومي آزادي جي تحريڪن زور ورتو. ان بنياد تي پارٽيون نهڻ لڳيون، متحد محاذ جڙڻ لڳا. پهريان پهريان ان قسم جون تحريڪون برصغير ۾ شروع ٿيون، پوءِ ڏسندي ڏسندي انهن تحريڪن جو دائرو پوري دنيا ۾ ڦهلجي ويو.

مظلوم ۽ محڪوم قومن جي عوام، سامراجي ملڪن کان پنهنجا فطري حق گهرڻ شروع ڪيا. ۽ مطالبا ڪيا ته: (1) هر قوم کي پنهنجي تاريخ ٺاهڻ يعني آزادي جو حق ڏنو وڃي. (2) هر قوم پنهنجي مستقبل جي لاءِ فيصلي ڪرڻ لاءِ ڪنهن ڌاري قوم جي پسند يا ناپسند جي محتاج نه هجي. (3) ڪابه ڌاري قوم طاقت جي زور تي ٻي قوم جي سياسي آزادي تي قابض نه بنجي ۽ نه وري ٻي قوم جي اندروني معاملن ۾ دخل اندازي ڪري. (4) هر قوم کي ٻي قوم سان ڪيل ڪنهن به اتحاد مان علحده ٿي وڃڻ جو حق حاصل هجي. (5) ڪابه قوم

ٻي قوم جي تهذيب، ثقافت ۽ زبان جي واڌ ويجهه ۽ ترقي ۾ رڪاوٽ نہ وجهي. (6) هر قوم پنهنجي معيشت جي ڌڻي پاڻ هجي ۽ سندس روزگار جا وسيلا ۽ ٻيا جياپي جي ذريعا سندس هٿ هيٺ هجن.

جڏهن مظلوم قومن طرفان پنهنجي سياسي ۽ معاشي حقن جي حاصلات لاءِ اهي مطالبا سامراجي قومن ۽ ملڪن جي سامهون آيا تہ هنن کي پنهنجي حاڪميت ۽ استحصالي نظام خطري ۾ پوندو محسوس ٿيو. جنهن ڪري اها فطري ڳالهہ هئي تہ هو ان جي ڇتي مخالفت تي لهي آيا ۽ پنهنجي ظلم ۽ ڏاڍ جي لٺ کي زور سان ڦيرائڻ لڳا. سامراجين مظلوم قومن جا قومي حق تسليم ڪرڻ بجاءِ، انهن کي ڏنڊي جي زور تي ماتحت رکڻ جون ڪوششون شروع ڪيون. آزاديءَ جي تحريڪن کي نهايت بيرحميءَ ۽ ڪٺوردليءَ سان ڪچليو ويو. هر آزادي جي صدا کي گولين ۽ بمن سان ڇٽيو ۽ چيڀاٽيو ويو. پر پوءِ بہ حق ۽ سچ جو آواز بلند کان بلند تر رهيو. سامراجي ڪوٺن ۽ ڪنگرن، جيلن ۽ زندانن کي ڌاريندو ۽ ڍاهيندو رهيو.

پهرين عالمي جنگ شروع ٿيڻ کان اڳ، سامراج جي پيٽ ۾ ڪوبہ اهڙو عالمي نظام يا طاقت موجود ڪونہ هئي، جيڪا مظلوم قومن جي آزادي جي تحريڪن جي مدد ڪري ۽ پرجهلو ٿئي. جنهن ڪري سامراج نهايت سولائي سان ڇڙوڇڙ قومي تحريڪن کي ڪچليندو ۽ تباهہ ڪندو رهيو. ڇو جو سامراج ايڏو طاقتور هيو جو ان خلاف صرف قومي آزادي جون تحريڪون ڏک جهلڻ جي قابل نہ هيون. پر جڏهن پهرين

عالمي جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ دنيا ليول تي پهرين پرولتاري طبقي جي سوشلسٽ رياست سوويت يونين جنم ورتو ته سامراج عالمي ليول تي پنهنجي اڪيلي حڪمران پوزيشن کان محروم ٿي ويو، هاڻ قومي آزادي جي تحريڪن جي هڪ نهايت سچي ۽ وفادار دوست طاقت ۽ قوت سندن سهائتا ۽ مدد واسطي ٿي پئي. هاڻ مظلوم قومون بي يارو مددگار نه رهيون پر ڪين هڪ عالمي انقلابي قوت جي سهائتا ملي وئي. جنهن ڪري مختلف ملڪن ۾ قومي آزاديءَ جون تحريڪون ڪامياب ٿيڻ شروع ٿيون ۽ سامراجي ملڪ ۽ قومون شڪست کائڻ لڳيون. سوشلزم جي فتح مظلوم قومن جي آزاديءَ جا دروازا هميشه لاءِ کولي ڇڏيا. هاڻ ڪابه قوم گهڻو وقت سامراجي ڏاڍ ۽ استحصال جو شڪار نه پئي بنجي سگهي. اهڙي طرح قومي آزاديءَ جون تحريڪون پرولتاريه طبقي ۽ عالمي مزدور تحريڪ جي انقلابي ڌارا جو اٽوٽ حصو بنجي ويون. قومي آزادي جي تحريڪن، عالمي انقلابي پورهيت تحريڪ کي هٿي ڏني ته موٽ ۾ عالمي انقلابي پورهيت تحريڪ، قومي آزادي جي تحريڪن کي مدد ۽ سهائتا ڏني.

## قومي آزادي جي انقلاب جون محرڪ قوتون:

جڏهن ڌاريو نوآبادڪار، ڪنهن قوم کي غلام بڻائي، ان جي سياسي، سماجي ۽ معاشي زندگي تي قابض بنجي وڃي ٿو ته مظلوم قوم ان ڌارئي ڦورو خلاف پنهنجي آزادي

خاطر جنگ شروع ڪري ڏئي ٿي. ان وقت سڄي قوم لاءِ ڌارئي ڦورو کان آزادي وقت جو مکيه سوال بڻجي وڃي ٿو ۽ قومي آزادي جي جنگ هلندي مظلوم قوم جون مڙئي سامراج دشمن ۽ ترقي پسند ڌريون متحد ٿي وڃن ٿيون. اهو سڀ ان ڪري ٿيندو آهي، جو نوآبادياتي استحصال مظلوم قوم جي مڙني طبقن کي ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ متاثر ڪندو آهي. جنهن بابت ڪامريڊ مائوزي تنگ چيو آهي ته: ”جڏهن سامراج ڪنهن اهڙي ملڪ جي خلاف ظالمانه جنگ شروع ڪري ٿو ته ڪجهه غدارن کي ڇڏي، انهيءَ قوم جا سمورن الڳ الڳ قسمن جا طبقا سامراج جي خلاف قومي جنگ ۾ عارضي طور تي متحد ٿي سگهن ٿا. اهڙيءَ حالت ۾ سامراج ۽ انهيءَ (محڪوم) ملڪ جي وچ ۾ تضاد مکيه تضاد بڻجي پوي ٿو.“

ان ڪري قومي جدوجهد هلندي مظلوم قوم جي مڙني طبقن جو پاڻ ۾ اتحاد ۽ ٻڌي ٿيڻ هڪ فطري عمل هوندو آهي. هر طبقو ڌارئي ڦورو جي بالادستي ۽ اقتدار ختم ڪرڻ جو خواهشمند هوندو آهي. ان ڪري ڌارئي ڦورو جي بالادستي خلاف جنگ جي صورت ۾ گهڻو ڪري سڄي جي سڄي قوم حصو وٺندي آهي. صرف ڪي ٿورا غدار فرد ۽ تمام رجعت پسند ڌريون (سامراج نواز بورجوازي)، جن جا مفاد ڌارين نوآبادڪارن سان واڳيل هوندا آهن، سي ئي ان جنگ کان ڌار ٿي ان جي مخالفت ڪندا آهن.

قومي آزادي جي تحريڪن جي محرڪ قوتن جو اندازو بيٺڪي ملڪن جي مخصوص سياسي، اقتصادي ۽ سماجي حالتن مان لڳائي سگهجي ٿو. ان وقت اهو ڏسڻ

گهرجي تہ ان محڪوم ملڪ ۾ مختلف طبقن يعني محرڪ قوتن جو قومي آزادي جي انقلاب ڏانهن ڪهڙو رويو آهي ۽ انهن طبقن جي اقتصادي حالت ڪهڙي نوعيت جي آهي.

مختلف محڪوم ملڪن ۾ قومي آزادي جي تحريڪن ۾ مظلوم قوم جا مختلف طبقا حصو وٺي رهيا آهن. پر پوءِ بہ انهن طبقن جو ان قومي جدوجهد ۾ ڪردار ساڳيو نہ ٿو رهي. هر طبقو ان جدوجهد ۾ پنهنجي مفاد آهر ۽ پنهنجي نقطي نظر سان حصو وٺي رهيو آهي. ان جنگ ۾ مزدورن سان گڏ هاري، وچون طبقو ۽ اهو قومي بورجوازي بہ حصو وٺي رهيو آهي، جيڪو سامراجي دست اندازين ڪان پنهنجو تحفظ چاهي ٿو ۽ پنهنجي قومي معيشيت ۽ قومي منڊي جي آزادي جو خواهشمند آهي. ان ڪري ٿلهي ليکي قومي آزادي جي انقلاب جون محرڪ قوتون هيٺيون رهن ٿيون.

(1) مزدور، (2) هاري، (3) بورجوازي، (4) وچولو طبقو، (5) قومي جمهوري دانشور.

انهن پنجن ئي محرڪ قوتن جي جدا جدا ڪردار ۽ سندن جدوجهد ۾ حصي ۽ پتي تي لکڻ کان اڳ سوال ٿو اٿي تہ قومي آزادي جي تحريڪ جي اڳواٽي ڪهڙو طبقو ٿو ڪري يا ان جون واڳون ڪنهن جي هٿ ۾ اچن ٿيون. ڇو جو مڙني نوآبادياتي ۽ محڪوم ملڪن اندر مختلف تعداد ۾ هاري، مزدور، قومي بورجوازي، وچون طبقو، دانشور، شاگرد، جاگيردار ۽ سامراج نواز بورجوازي هوندا آهن. ان ۾ پوين ٻن يعني جاگيردار ۽ سامراج نواز بورجوازي طبقن جي

قومي آزادي جي تحريڪ سان ڪوبہ لڳ لاڳاپو نہ هوندو آهي ۽ هو ان جا مخالف هوندا آهن. باقي طبقن ۾ بہ مکيہ طبقا قومي بورجوازي (سرمائيدار) ۽ پرولتاريہ (مزدور) ئي فيصلو ڪندڙ ۽ تحريڪ تي اثرانداز ٿيڻ جهڙا هوندا آهن. قومي آزاديءَ جي تحريڪ جي اڳواڻي واري سوال جو جواب مختلف محڪوم ملڪن جي قومي آزاديءَ جي تحريڪن ۾ مختلف نمونن سان مليو آهي. جنهن مان اهو ثابت ٿيو آهي تہ قومي آزادي جي تحريڪن جي اڳواڻي ڪرڻ جو دارومدار ان ملڪ جي مخصوص سماجي حالتن تي هوندو آهي.

جن ملڪن ۾ اجا پرولتاريہ طبقو مقداري توڙي معياري لحاظ سان پيدا ٿي نہ سگهيو آهي، تہ اهڙن ملڪن ۾ قومي آزادي جي تحريڪ جي اڳواڻي قومي بورجوا ۽ ان جي ساٿاري مٿئين وچولي طبقي ڪئي آهي. پر جتي مزدور طبقو پيدا تہ ٿيو آهي، پر اجا هو ان قابل نہ آهي تہ خود پنهنجي طاقت سان قومي آزاديءَ جو انقلاب آڻي سگهي تہ اتي ڪابہ ٻي ذر جي مڙني قوتن سامراج دشمن قومي متحد محاذ ناهي قومي انقلاب آندو آهي. جنهن محاذ ۾ هيٺيان طبقا شامل هوندا آهن: (1) پرولتاريہ (2) هاري (3) وچولو طبقو.

ان ڪري قومي تحريڪن جي اڳواڻي بابت فيصلو ان ملڪ جي مخصوص سماجي حالتن کي نظر ۾ رکي ئي ڪرڻو پوندو آهي، جتي قومي آزاديءَ جي تحريڪ هلي رهي آهي.

هاڻ اسان قومي آزادي جي انقلاب جي محرڪ قوتن جي تحريڪ ۾ جدا جدا ڪردار ۽ حصي پٽي تي مختصر طرح روشني وجهي رهيا آهيون.

## 1. مزدور

دنيا جي قومي آزادي جي تحريڪن اهو ثابت ڪيو آهي تہ مزدور طبقو، ٻين طبقن جي ڀيٽ ۾ قومي آزادي جي جنگ ۾ نهايت اثرائتو ڪردار ادا ڪري رهيو آهي ۽ اهو ئي طبقو انقلاب جي هڪ بنيادي محرڪ قوت ثابت ٿيو آهي. بينڪي ملڪن ۾ مزدورن جو تعداد جيئن پوءِ تيئن تيزي سان وڌي رهيو آهي ۽ هو پنهنجي غير پرولتاري حصن يعني هارين ۽ هينين وچولي طبقي سان اتحاد ڪري، پاڻ ڪي وڌيڪ مضبوط بنائي رهيا آهن. مزدورن جو هارين سان اتحاد انقلاب لاءِ ڏاڍو اثرائتو ثابت ٿيندو آهي ۽ انهن سان اتحاد کان سواءِ مزدور طبقو سولائي سان انقلاب آڻي نہ ٿو سگهي. هاري ۽ مزدور جو رشتو ان ڪري فطري ۽ اٽٽ هوندو آهي جو هو هم قوم هوندا آهن ۽ مزدور، هاري جي گهر مان ئي جنم وٺندو آهي.

جن بينڪي ملڪن ۾ مزدور طبقو مقداري توڙي معياري لحاظ سان انقلاب آڻڻ لاءِ فيصلي ڪن حيثيت جو مالڪ هوندو آهي ۽ وٽس پنهنجي منظم پورهيت پارٽي هوندي آهي. اتي هو وسيع تر عوام، هارين ۽ هينين وچولي طبقي سان گڏ، انهن جي قيادت ڪري قومي آزادي جي انقلاب کي سوشلسٽ انقلاب ۾ تبديل ڪري وجهندو آهي. پر

جن بيٺڪي ملڪن ۾ مزدور طبقو اڃا جڳهي تعداد ۾ موجود نہ هوندو آهي ۽ تنظيمي قوت ۽ سياسي شعور جي اعليٰ سطح تي نہ پهتل هوندو آهي. اتي هو خود فيصلي ڪن حيثيت جو مالڪ نہ هوندو آهي. پر اتي هو هارين، هيٺين وچولي طبقي ۽ دانشورن سان گڏ انقلابي قوتن جي اڳواڻي ۾ قومي آزاديءَ جي جدوجهد ۾ حصو وٺندو آهي ۽ عوامي جمهوري انقلاب لاءِ راهہ هموار ڪندو آهي.

مزدور طبقي لاءِ قومي آزادي جي انقلاب کي تڪميل تي پهچائڻ، ان لاءِ بہ اهم هوندو آهي تہ جيئن هو بيٺڪي ملڪ ۾ طبقاتي جدوجهد لاءِ راهہ هموار ڪري سگهي. ڇو جو سوشلزم جي راهہ ۾ بيٺڪي نظام هڪ رڪاوٽ بڻيل هوندو آهي. ڌارئي قوم جي ظلم ۽ جبر ڪري بيٺڪي ملڪ اندر اندروني طبقاتي تضاد ماٺو ٿي ويندو آهي ۽ سڄي قوم جو ڌيان اندروني مسئلن تان هٽي ڌارئي ڦورو ڌانهن ٿي ويندو آهي. جنهن صورتحال کي قومي سرمائيدار طبقاتي تضادن کي ختم ڪرڻ ۽ پنهنجي لاءِ وڌ کان وڌ فائدا حاصل ڪرڻ لاءِ استعمال ڪندو آهي. ٻيو تہ جيڪڏهن مزدور طبقو قومي سوال کان پاڻ کي پاسيرو ڪري ان کي مڪمل نموني سرمائيدار جي رحم ڪرم تي ڇڏي ڏيندو تہ سرمائيدار نہ صرف ان کي مڪمل نموني حل نہ ڪندو پر هو ان مان فائدو وٺي، ان کي پنهنجي طبقاتي مفادن لاءِ ڍال بنائيندو آهي ۽ هو پنهنجن طبقاتي مفادن جي حاصلات لاءِ جذباتي قومي نعرن کي استعمال ڪري، سوشلزم جي راهہ ۾ روڙا اٽڪائيندو آهي ۽ مزدور طبقي جي طبقاتي جدوجهد کي پوئتي ڌڪي

چڙيندو آهي. هو ڄاڻي واڻي طبقاتي مسلئن کي ختم ڪرڻ لاءِ قومي تضادن کي تيز ڪندو ۽ انهن کي منجهائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. ان ڪري پورهيت طبقي کي سوشلزم جي راهه هموار ڪرڻ لاءِ ڌارئي قابض قوم خلاف مڪمل جدوجهد ڪرڻ گهرجي. اهوئي سندس سوشلزم سان سچائي جو ثبوت آهي.

جيڪڏهن ڪنهن بيٺڪي ملڪ ۾ مزدور طبقو وڏي تعداد ۾ پيدا ٿي نه سگهيو آهي ۽ هو پوريءَ طرح طبقاتي شعور حاصل ڪري نه سگهيو آهي ۽ نه ئي وٽس منظم سياسي تنظيم آهي، ته ان وقت هن کي پنهنجي ملڪ اندر قومي سرمائيدار طرفان اڳ ئي هلائي ويندڙ قومي تحريڪ ۾ قومي سرمائيدار جو هٿ ونڊائڻ گهرجي، ته جيئن بيٺڪي ظلم ۽ جبر ختم ڪري، مزدور طبقي جي واڌ ويجهه لاءِ سازگار ماحول پيدا ڪري سگهجي. جيڪو ڌارئي سرمائيدار جي بيٺڪي استحصال سبب رڪجي ويو آهي ۽ مزدور طبقي جي باشعور ٿيڻ ۽ تنظيم قائم ڪرڻ جي مقصدن ۾ رڪاوٽ بڻيل آهي. ان وقت مزدور طبقي کي پنهنجي طبقاتي طاقت حاصل ڪرڻ ۽ انقلاب آڻڻ لاءِ پنهنجي سياسي پارٽي منظم ڪرڻ جي وقت تائين ترسڻ ۽ انتظار ڪرڻ نه گهرجي. پر هن کي ان جدوجهد ۾ شامل ٿي وڃڻ گهرجي.

اهڙين حالتن ۾ مزدور طبقي کي قومي سرمائيدار سان ڪن نقطن تي مشروط طور تي تعاون ڪرڻ گهرجي. جيئن سرمائيدار قومي تحريڪ جو اڪيلو وارث ٿي، ان کي پنهنجي طبقاتي مقصدن لاءِ استعمال ڪري نه سگهي. ان

صورت ۾ مزدورن کي جدوجهد هلندي پنهنجي طاقت گڏ ڪرڻ گهرجي، سياسي تجربو حاصل ڪرڻ گهرجي ۽ عوام جي غير پرولتاري حصن سان اتحاد کي وڌيڪ گهرو بنائڻ گهرجي. جيئن تحريڪ جي ڪنهن به موڙ تي، قومي آزادي جي تحريڪ کي قومي سرمائيدار کان ڪسي پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ ۾ ڏکيائي نه ٿئي. جدوجهد هلندي مزدورن کي قومي سرمائيدار جي هر چال تي ڪڙي نظر رکڻ گهرجي ۽ ان جي حمايت صرف قومي آزاديءَ جي انقلاب، جمهوري نظام ۽ جاگيرادري باقيات جي خاتمي جهڙن مقصدن تائين ڪرڻ گهرجي. جيڪي مقصد مزدورن لاءِ پرولتاري انقلاب آڻڻ لاءِ حالتون بهتر بنائي سگهن ٿا.

## 2. هاري

نوآبادياتي جاگيردار ملڪن ۾ هاري وڏي اڪثريت وارو طبقو هجڻ ڪري، قومي آزادي جي انقلاب جي خاص محرڪ قوت بنجي پيو آهي. نوآبادياتي جاگيردار ملڪن ۾ مزدورن جي پيٽ ۾ هارين جو وڏو تعداد موجود هوندو آهي، ان ڪري هو مزدورن جا قابل اعتماد دوست آهن ۽ انهن ملڪن ۾ هاري جي ساٿ ۽ سهڪار کان سواءِ انقلاب لاءِ سوچڻ ئي سپني سمان آهي. ان لاءِ ڪامريڊ لينن چيو آهي ته: "اها ڳالهه ذهن نشين ڪرڻ خاص طور تي اهم آهي ته پٺتي پيل ملڪن ۾ هاري تحريڪ سان خاص تعاون ضروري آهي. جاگيرداري ۽ ان جي منصوبن خلاف هاري تحريڪ کي

انتهائي اهم انقلابي ڪردار ڏيڻ ۽ صنعتي پورهيتن ڪي ان سان ويجهي ٻڌي ڪرڻ تمام ضروري آهي.“

نوآبادياتي ملڪن ۾ بينڪي استحصال ڪري مزدور طبقو پيدا ٿي نہ سگهيو آهي. ڇو جو نوآبادياتي ملڪ ۽ قومون گهٽو ڪري سماجي ترقي جي تمام هيٺين ڏاڪن تي بيٺل آهن، ۽ اهي ترقي ڪري مڪمل سرمائيداري ۾ داخل ٿي نہ سگهيون آهن. انهن وٽ ڌارين قابض سرمائيدارن، جاگيرداري باقيات ڪي جيئن جو تيئن سخت نموني سان نہ صرف قائم رکيو آهي پر انهيءَ کي انتهائي بي رحم پڻ بڻائي ڇڏيو آهي. جنهن جو سنئون سڌو اثر ملڪي هاريءَ تي پيو آهي. هاري ٻين طبقن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ ڏتڙجي ۽ مفلوڪ الحال بنجي ويو آهي، ۽ هو ٻاهرين سرمائيدارن، اندروني جاگيردارن ۽ قبائلي سردارن جي گڏيل استحصال جو شڪار آهي. جنهن جي ڪري هاري طبقو نهايت انقلابي بنجي پيو آهي ۽ هن کي قومي آزادي جي انقلاب ۾ وڌيڪ دلچسپي آهي. اهڙن ملڪن ۾ هاري ٻاهرين قوتن، مقامي جاگيردارن ۽ قبائلي نظام جي خاتمي لاءِ ويڙهہ وڙهي رهيو آهي ۽ کيس زرعي سڌارن، زمين جي حاصلات ۽ پنهنجي محنت جو ڦل پاڻ حاصل ڪرڻ سان انتهائي دلچسپي رهي ٿي. ان ڪري ئي ڪامريڊ اسٽالن چيو آهي تہ: ”قومي تحريڪ ۾ هارين جي شموليت مٿن ٿيندڙ ظلم، ڏاڍ ۽ دٻاءَ سان واسطو رکي ٿي. جيڪڏهن انهن تي ڏاڍ ۽ ظلم زمين جي ڪري آهي تہ هو هڪدم قومي تحريڪ جو ساٿ ڏيندا آهن.“

حاصل مطلب تہ نوآبادياتي جاگيردار ملڪن ۾ سامراجي ۽ جاگيرادري ظلم ۽ ڏاڍ جو سنئون سڌو اثر ملڪ جي وڏي طبقي هاري تي پئجي رهيو آهي. ان ڪري اهڙن ملڪن ۾ قومي تحريڪ اصل ۾ هاري جو مسئلو بنجي پيو آهي ۽ اتي هاري سامراج مخالف ۽ جاگيردار مخالف قوت بنجي پيو آهي. ان ڪري قومي آزادي جي انقلاب لاءِ ضروري ٿيو پوي تہ اتي هارين کي منظم ۽ متحرڪ ڪيو وڃي ۽ ڪين مزدورن ۽ ٻئي ڏتڙيل عوام سان مضبوط اتحاد ۾ سلهاڙيو وڃي.

## 3. بورجوازي

بيٺڪي ملڪن ۾ اتان جي بورجوازي طبقي ۾ پڻ ٻہ طبقا هوندا آهن. هڪڙا اهي بورجوازي هوندا آهن، جن جا مفاد عالمي سامراج ۽ ان جي نوآبادياتي نظام سان لاڳاپيل هوندا آهن ۽ اهي اتان جي رجعت پسند جاگيردارن سان عوام دشمن ڪئمپ ۾ شامل هوندا آهن ۽ قومي انقلاب جا سخت دشمن هوندا آهن. اصل ۾ اهي سامراج نواز بورجوازي ۽ انهن جا اتحادي جاگيرادر ئي قومي غلامي جو سبب بڻبا آهن ۽ پنهنجي قوم جي سياسي، اقتصادي ۽ ثقافتي ترقي ۾ رڪاوٽ بڻيل هوندا آهن. هنن کي هميشہ عوام جي سجاڳي کان خوف هوندو آهي. عوام جي سجاڳي جي ڪري سندن ملڪيت جي تباهہ ٿيڻ ۽ طبقاتي مفادن کي ڇيهو رسڻ جو انديشو هوندو آهي. ان ڪري هو قومي آزادي جي انقلاب ۾

پنهنجو موت ڏسندا آهن. تنهن ڪري اهي بورجوازي ۽ سندن اتحادي جاگيردار ڪنهن به صورت ۾ انقلاب جي محرڪ قوت نہ هوندا آهن.

انهن کي ڇڏي بورجوزاين جو اهو حصو جنهن جا مفاد عالمي سامراج سان واڳيل نہ هوندا آهن ۽ نوآبادياتي نظام جي ڪري سندن معاشي ترقي رڪيل ۽ سياسي نظام ۾ پائيواري نہ هوندي آهي، سي ئي قومي آزادي جي تحريڪ جا حمايتي هوندا آهن ۽ اهڙن بورجوازين کي قومي بورجوازي سڏبو آهي. ان ڪري انقلابي قوتن کي قومي بورجوازي کي سامراج نواز بورجوازي ۽ رجعت پسند جاگيردار کان جدا ڪري ڏسڻ گهرجي ۽ قومي بورجوازي لاءِ ڌار پاليسي مرتب ڪرڻ گهرجي. ڇو جو قومي بورجوا سامراج دشمن ۽ جاگيردار دشمن جدوجهد تائين انقلابي قوتن جو ساٿاري هوندو آهي ۽ جيستائين هو پنهنجو اهو ڪردار ادا ڪري رهيو هجي، تيستائين ساڻس اتحاد ڪري سگهجي ٿو. قومي بورجوازي ۽ دشمن ۾ جيڪي تضاد موجود هجن، انهن کي پنهنجي فائدي لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو.

هاڻ سوال ٿو اٿي تہ قومي بورجوازي، قومي آزادي جي تحريڪ ۾ حصو ڇو وٺندو آهي؟ ان جا سبب ڪهڙا آهن؟ بيٺڪي ملڪن ۾ جڏهن ڌارين سامراجين سرمايو سيڙائي، اتي سرمائيداري جو بنياد وڌو تہ اتي قومي سرمائيدار بہ جنم ورتو. جنهن منجهہ پيدا ٿيڻ شرط پنهنجي قومي منڊي تي قبضي ڪرڻ جي خواهش پيدا ٿي. جنهن تي هن کان اڳ ڌاريو سرمائيدار قابض هيو. ان ڪري قومي سرمائيدار جي من ۾

حاڪم قوم جي بدران پاڻ پنهنجين منڊين تي قبضو ڪرڻ ۽ اتي پنهنجو مال وڪرو ڪرڻ جي خواهش پيدا ٿي. جيئن هو سنئون سڌو پاڻ پنهنجي قوم جو استحصال ڪري سگهي، ساڻس ان ڦرلٽ ۾ ڪو ٻيو ڀاڱي ڀائيوار نہ ٿئي، ٻيو تہ سندس واڌ ويجهہ ۾ عالمي سرمائيدار قوتون بينڪيت جي صورت ۾ رنڊڪ بڻيل هيون ۽ ڪيس طاقتور ۽ رياستي طاقت جو مالڪ ٿيڻ نہ پيون ڏين. انهي صورتحال قومي سرمائيدار کي هيٺو ۽ نبل ڪري وڌو هو، هن وٽ اهڙي ڪابہ طاقت نہ رهي هئي جو هو ڌارئي سرمائيدار سان مقابلو ڪري ۽ اندروني طور تي بہ پنهنجو قبضو برقرار رکي سگهي. ان ڪري هن قومي تحريڪ جو پاسو ورتو، ۽ شروعات ۾ ئي هن طبقي پنهنجي مفادن لاءِ ڌارئي ڦورو خلاف آواز بلند ڪيو. سڄي قوم جي مختلف طبقن کي ان گڏيل مسئلي تي متحد ڪرڻ شروع ڪيو. ان ڪري ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جي پوئتي پيل ملڪن ۾ پهريان پهريان قومي آزادي جي تحريڪن جي شروعات ۽ اڳواڻي قومي سرمائيدار ئي ڪئي.

هاڻ ڏسڻ گهرجي تہ مارڪسي ۽ ليننی نظرئي تحت قومي بورجوازي لاءِ پرولتياريہ ۽ ٻين انقلابي قوتن کي ڪهڙي لائين اختيار ڪرڻ گهرجي. ان لاءِ ڪامريڊ لينن چيو آهي تہ : ”سرمائيداري، جا سياويڪ طور تي قومي تحريڪ جي شروعاتي دور ۾ ان جي يڪي سر اڳواڻ تي ايري ٿي، چوي ٿي تہ سيني قومي اتساهن ۽ امنگن جي تائيد هڪ عملي شيءَ آهي، تنهن ڪري قومي سوال تي ساڻس غير مشروط تعاون ڪيو وڃي. پر ان سوال تي (ٻين سوالن جيان) پورهيت

جي پاليسي، سرمائيداري جي قومي مقصد جي ڪن مقرر حدن تائين تائيد ڪري ٿي، اها ڪڏهن به سرمائيداريءَ جي قومي پاليسي سان پوري ريت نهڪي نه ٿي اچي. پورهيت طبقو سرمائيداري جي تائيد رڳو قومي امن ۽ امان ۽ قومي آزادي ۽ جمهوري نظام جي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪري ٿو ته جيئن ان ۾ برابري وارا حق حاصل ڪري سگهجن ۽ طبقاتي جدوجهد لاءِ بهتر حالتون پيدا ٿي سگهن. ان ڪري اها ڳالهه سرمائيداري جي پنهنجي حڪمت عملي جي بلڪل خلاف ٿي وڃي ٿي ته پورهيت قومي سوال تي ڪا پنهنجي پاليسي اڳتي وڌائين. بهرحال پورهيت سرمائيدار سان قومي سوال تي مشروط سهڪار ڪن ٿا. قومي معاملن ۾ سرمائيدار سدائين پنهنجي قوم يا طبقي لاءِ رعايتن يا مخصوص فائدن لاءِ ڪوشش ڪندو آهي ۽ اها ان جي عملي ترڪيب يا حڪمت عملي سڏبي آهي. پورهيت سيني خاص رعايتن يا ٻيائي وارن برترين جي خلاف هوندو آهي. قومي آزادي جي جدوجهد جي سلسلي ۾ اهڙي ڪنهن به قسم برترين جي چڪر ۾ اچڻ موقعي پرستي جي برابر آهي."

اسان مٿي قومي سرمائيدار سان پورهيتن جي پاليسي متعلق ڪامريڊ لينن جو طويل حوالو ڏنو آهي. جنهن ۾ واضح طور تي ڪامريڊ لينن چيو آهي ته، ڪن مخصوص حالتن ۾، ڪن مخصوص ملڪن ۾ جتي انقلابي قوتون طاقتور نه آهن ۽ قومي بورجوا قومي تحريڪ هلائي رهيو آهي ته ان وقت انقلابي قوتن جو فرض آهي ته هو ان تحريڪ جي نه صرف

حمايت ڪن، پر ان ۾ وڏي چڙهي حصو وٺن. جيئن ٻئي هنڌ ان بابت ڪامريڊ لينن چيو آهي تہ:

”وڏيڪ پٺتي پيل رياستن ۽ قومن جي حالت ۾ جتي جاگيرداري يا زمينداري ۽ سرداري ناتا فوقيت رکن ٿا. اها ڳالهہ خاص ڌيان ۾ رکڻ ضروري آهي تہ اهڙن ملڪن ۾ ڪميونسٽ پارٽين کي آزاديءَ لاءِ سرمائيدارن طرفان هلايل تحريڪن جي مدد ڪرڻ گهرجي ۽ ان ڏس ۾ گهٽي عملي مدد ڏيڻ جو فرض ابتدائي طور ان ملڪ يا قوم جي پورهيت طبقي تي آهي، جنهن تي ئي جدوجهد ڪندڙ ملڪ يا قوم تنظيمي توڙي اقتصادي طرح ڀاڙي ٿي.“ پر ان خاص حالتن ۾ بہ ڪامريڊ لينن پورهيت طبقي کي هوشيار ڪندي چيو آهي تہ جيڪڏهن ملڪي حالتن تحت ڪنهن موڙ تي قومي بورجوا جي حمايت ڪرڻي پوي تہ ان وقت پورهيتن کي ڪن مقرر حدن تائين رهڻ گهرجي. ڇو جو بورجوازي جو قومي تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ وارو ترقي پسند ڪردار عارضي نوعيت جو هوندو آهي. قومي بورجوازي، ڌارئي سرمائيدار ۽ مقامي جاگيردار جي آخري وقت تائين ثابت قدمي سان مخالفت ڪرڻ کان ڪترائيندو آهي. هو صرف اهڙا قدم کڻڻ ۽ مطالبا ڪرڻ لاءِ تيار هوندو آهي، جنهن سان سندس موڙي جي واڌ ۾ رڪاوٽ نہ پوي ۽ سندس مفاد سلامت رهن. ۽ جڏهن هو ڏسندو آهي تہ انقلابي قوتون طاقتور ٿي سندس اڳواٽي واري ڪردار کي نقصان پهچائي رهيون آهن ۽ قومي آزادي جي انقلاب سان سرمائيداري سماجي نظام بہ ڌڪي اچي پٽ پوندو ۽ سندس نجي موڙي ناس ٿي ويندي تہ هو وري وجي

سامراجين جو پڇ لٽڪائو ڏيندو آهي ۽ انهن جي ڇٽي هيٺان ويهي انقلابي قوتن کان بچاءَ جا وجهه تاڙيندو آهي. جيئن سندس طبقاتي مفاد هميشه لاءِ ختم ٿي نه وڃن. ان ڪري پورهيتن کي قومي بورجوازي جي عدم استقامت، ناپختگي ۽ سامراج ۽ جاگيرادري سان سمجهوتو ڪرڻ واري رجحان کي نظر ۾ رکندي پنهنجي پاليسي مرتب ڪرڻ گهرجي، ۽ هميشه بورجوازي جي ٻٽي ڪردار تي نظر رکڻ گهرجي. حالتن جي تقاضا تحت سرمائيدار سان گڏ جدوجهد ڪندي به پنهنجيءَ پارٽيءَ کي منظم ڪرڻ گهرجي ۽ ڪنهن به قيمت تي قومي بورجوا کي تحريڪ جي اڳواڻي کان علحده ڪجي.

## 4. وچولو طبقو

ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جي ڪافي ملڪن ۾ وچون طبقو، قومي آزاديءَ جي تحريڪ ۾ اثرائتو ڪردار ادا ڪري رهيو آهي. وچين طبقي ۾ ننڍا بورجوازي، ننڍا واپاري، دستڪار، ننڍا دوڪاندار، گهٽ زمين جا مالڪ آبادگار ۽ ملازم طبقي جا ماڻهو شامل هوندا آهن. جيڪي نه ته صفا غريب هوندا آهن ۽ نه وري ايڏا امير هوندا آهن. هنن طبقن جي سماجي حيثيت متضاد ۽ سندس پاليسي لچڪيدار هوندي آهي. هو هميشه مٿيئن بورجوا طبقي طرف وڃڻ ۽ انهن جهڙي حيثيت جا مالڪ بنجڻ لاءِ پيا هٿوراڙيون هڻندا آهن، پر جڏهن هو مٿي وڃي نه سگهندا ته هيٺين طبقي سان ملي مٿين خلاف جدوجهد ڪندا آهن. بيٺڪي ملڪن ۾ وچولو طبقو عوام جي وڏي اڪثريت تي ٻڌل هوندو آهي ۽ گهڻو ڪري

پنهنجن مفادن لاءِ هڪ رخ وٺي نہ سگهندو آهي. هو سماج جي بين هيٺين طبقن وانگر ڌارين سامراجين، مقامي جاگيردارن ۽ سامراج نواز بورجوازي جي ظلم ۽ ستم جو شڪار هوندو آهي. ان ڪري هي قومي تحريڪ ۾ ترقي پسند ڪردار ادا ڪندو آهي ۽ پورهيتن جي قابل اعتماد اتحادي بنجي پوندو آهي. اهو طبقو خود ڪا حيثيت نہ هوندو آهي، پر صرف پورهيت طبقي جي اڳواڻيءَ ۾ ئي ظلم ۽ ستم کان نجات حاصل ڪري سگهي ٿو.

## 5. قومي جمهوري دانشور

پوئتي پيل بيٺڪي ملڪن ۾ قومي آزاديءَ جي انقلاب ۾ اهم ۽ ڪن وقتن تي رهنمائي جو ڪردار قومي جمهوري دانشور ادا ڪندو آهي. جن ملڪن ۾ مزدور طبقو نہ هوندو آهي يا هو سياسي ۽ تنظيمي طرح ڪمزور هوندو آهي ۽ ٻيو تہ، انهن ملڪن ۾ قومي بورجوا طبقو يا تہ بااثر نہ هوندو آهي يا تہ وري ڌارين سامراجين جو پڇ لٽڪائو هوندو آهي. اتي قومي آزادي جي تحريڪ جي اڳواڻي قومي جمهوري دانشور طبقو ڪندو آهي ۽ هو مزدورن، هارين ۽ وچولي طبقي سان گڏ جمهوري انقلاب برپا ڪندو آهي.

قومي جمهوري دانشور طبقو ان قوم جو نهايت متحرڪ ۽ باعمل طبقو هوندو آهي. ان کان سواءِ اهو طبقو پڙهيل ڳڙهيل هجڻ ڪري دنيا جي انقلابن ۽ جديد سياسي

واٽن ڪان واقف هوندو آهي. بيو ته سماجي زندگيءَ ۾ هن طبقي جو ڏارين آبادڪارن سان سنئون سڌو واسطو پوندو آهي. جتان ڪيس مايوسين ۽ محرومين ڪان سواءِ ڪجهه به پلئه نه پوندو آهي. ان ڪري هيءُ طبقو وڏيڪ انقلابي رول ادا ڪندي، قومي انقلاب جي تڪميل چاهيندو آهي.

قومي جمهوري دانشور طبقي ۾ ان قوم جا پڙهيل ڳڙهيل باشعور فرد شامل هوندا آهن. اهو طبقو مقامي دانشورن، اديبن، ليڪچرارن، استادن، شاگردن، وڪيلن، ڊاڪٽرن، انجنيئرن ۽ هيٺين سرڪاري ملازمن تي ٻڌل هوندو آهي. جيڪي قومي آزاديءَ جي جنگ ۾ وڏي چڙهي حصو وٺندا آهن ۽ هو مڙني انقلابي قوتن کي گڏي، انقلابي پارٽي جو بنياد وجهي جدوجهد هلائيندا آهن. هن طبقي جي اڳواٽي ۾ قومي آزاديءَ جو انقلاب ڪن حالتن ۾ سوشلسٽ رخ پڻ اختيار ڪري وجهندو آهي. پر ان صورت ۾ انقلاب کي نهايت ڏکين مرحلن، وڏي عرصي ۽ ورن وڪڙن منجهان پار لنگهڻو پوندو آهي.

# قومي تحريڪن جو انقلابي ڪردار

اڄ جي دور ۾ عالمي اشتراڪي انقلاب جون ٽي محرڪ قوتون موجود آهن ۽ دنيا ليول تي اهي ٽيئي قوتون گڏجي سامراج ۽ ان جي بينڪي سرشتي کي شڪست فاش ڪرڻ ۽ سوشلزم جي فتح ۽ ڪامراني لاءِ جدوجهد ڪري رهيو آهن ۽ عالمي انقلابي عمل کي تيز کان تيز ڪري رهيون آهن. اهي ٽي محرڪ قوتون هي آهن:

(1) سوشلسٽ سرشتي هيٺ، سوشلزم ۽ ڪميونزم جي تعمير ڪندڙ قومون.
(2) سرمائيدار ملڪن جون مزدور تحريڪون.
(3) قومي آزاديءَ جون تحريڪون.

اسان هتي صرف قومي آزاديءَ جي تحريڪن جي انقلابي ڪردار تي نظر ڊريندا سين ته اڄ ڪيئن نه ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جون قومي آزاديءَ جون تحريڪون پنهنجو تاريخي انقلابي ڪردار ادا ڪندي، سوشلزم جي فتحمندي ۽ سامراج جي شڪست وريخت لاءِ ميدان عمل ۾ مصروف آهن.

جيڪڏهن اسان مظلوم ۽ محڪوم قومن جي آزاديءَ جي تحريڪن جي ڪردار تي نظر وجهنداسين ته اسان کي معلوم ٿيندو ته قومي آزاديءَ جون تحريڪون وڏو ترقي پسند ڪردار ادا ڪري رهيون آهن. هو سامراجي نوآبادياتي نظام ۽ رجعت پسند جاگيرداري ۽ ان جي باقيات خلاف سخت جدوجهد ڪري رهيون آهن. هو ان جدوجهد ۾ عوام جي وسيع تر حلقن کي پاڻ سان ملائي جمهوري ڪردار ادا ڪري رهيون آهن. اجا به اڳتي وڌي اهي تحريڪون سوشلسٽ انقلاب لاءِ نه صرف راهه هموار ڪري رهيون آهيون پر ڪن خاص حالتن ۾ سوشلسٽ انقلاب جو سبب پڻ بنجي رهيون آهن.

ڪامريڊ لينن قومي تحريڪن جي انقلابي ڪردار بابت چيو آهي ته: ”قومي تحريڪن جي انقلابي يا غير انقلابي ثابت ڪرڻ لاءِ اسان کي گهرجي ته اسان صرف ان جي ظاهري ڏيک ويک ۽ ڍانچي کي نه ڏسون، پر ان کي ان نظر سان ڏسون ته سامراجي حڪومتن خلاف سڄي دنيا ۾ جيڪي جنگ هلي رهي آهي، ان ۾ انهن تحريڪن سان مدد ملي ٿي يا نه.... جيڪڏهن ڪنهن قومي تحريڪ سان سامراج خلاف عالمي تحريڪ کي مدد ملي ٿي ته اها يقينن انقلابي تحريڪ آهي ۽ جيڪڏهن نقصان پهچائي ٿي ته غير انقلابي آهي. توڙي جو ان تحريڪ جي اڳواڻي سوشلسٽن ۽ جمهوريت پسندن جي هٿ ۾ هجي يا سرمائيدارن ۽ شهنشاهن جي هٿ ۾.“ بيٺڪي ملڪن ۾ قومي آزادي جون تحريڪون پنهنجو انقلابي ڪردار ادا ڪندي، سامراجي نوآبادياتي نظام کي تباهه ۽ برباد ڪري رهيون آهن. سامراجي ملڪن جي حڪمران

پوزيشن کي ڪمزور ڪري رهيون آهن. ان سان گڏ قومي تحريڪون سوشلسٽ ملڪن جي بلاڪ کي وڌيڪ مضبوط ۽ طاقتور بنائي سندن فيصلہ ڪن حيثيت کي وڌيڪ مستحڪم ڪري رهيون آهن. ان سان گڏ اهي تحريڪون عالمي امن قائم ڪرڻ لاءِ وڏو ڪردار ادا ڪري رهيون آهن. هو ٽين عالمي جنگ جي خطرن کي روڪڻ لاءِ سوشلسٽ دنيا سان اتحاد ڪري جنگجو سامراجي ملڪن مٿان دٻاءَ کي وڌائي رهيون آهن ۽ سامراجي ۽ سوشلسٽ ملڪن جي وچ ۾ طاقت جي توازن کي تبديل ڪري رهيون آهن.

قومي آزادي جون تحريڪون جيئن پوءِ تيئن سامراجي نظام کي کوکلو ڪري رهيون آهن. کيس وڌيڪ پريشانين ۽ گهوٽالن منجهہ وجهي رهيون آهن، ان کي خام مال جي ذريعن، تجارتي منڊين، سستي محنت، فوجي اڏن ۽ پاڙيتو سپاهين کان محروم ڪري رهيون آهن ۽ آزادانہ خارجہ پاليسي اختيار ڪندي سندن اجارادارنہ سرمائيداري ۽ اقتصادي غلبي کي سخت ڇيهو رسائي رهيون آهن.

بيٺڪي ملڪن ۾ قومي آزاديءَ جون تحريڪون پنهنجو انقلابي رول ادا ڪندي اتي اهم سماجي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ حالتون پيدا ڪري رهيون آهن. جيئن قومي صنعت کي ترقي وٺرائڻ، جاگيردارانہ باقيات جو خاتمو ڪري زرعي اصلاحات ڪرڻ، سياسي آزاديءَ کي مستحڪم ڪري جمهوري طريقن سان سماجي زندگي جي تعمير ڪرڻ، جنهن ۾ قوم جي وسيع آبادي شريڪ ٿئي ٿي، جهڙن اهم مسئلن کي حل ڪري رهيون آهن.

سامراجي نوآبادياتي نظام سوشلسٽ انقلاب کي ٻن طرفن کان ڏک رسايو آهي، هڪ ته ٻينکي نظام هجڻ کري ٻينکي ملکن مان ٿيندڙ ڦرلٽ کري سرمائيدار ملکن ۾ پورهيت طبقو خوشحال ۽ امير بڻجي پيو آهي، جنهن کري هو انقلاب آڻڻ جي قابل نه رهيو آهي. ان کري سرمائيدار ملکن ۽ ٻينکي ملکن ۾ ٽيستائين انقلاب نه ٿو اچي سگهي، جيستائين ٻينکي سرشتو ختم نه ٿو ٿئي. اهڙيءَ طرح قومي آزاديءَ جون تحريڪون، ٻينکي ملکن سان گڏوگڏ حڪمران ملکن ۾ پڻ سوشلسٽ انقلاب آڻڻ لاءِ راهه هموار ڪري رهيون آهن. ان ڪري قومي آزادي جي تحريڪ نه صرف محڪوم ملڪن جي پرولتاريه کي سوشلسٽ سماج قائم ڪرڻ لاءِ ميدان صاف ڪري ڏئي ٿي، پر خود حڪمران قوم جي پرولتاريه کي پنهنجي بورجوازي خلاف جدوجهد ڪري انقلاب آڻڻ لاءِ پڻ حالتون سازگار بنائي ڏئي ٿي. ان ڪري اها وقت جي ضرورت آهي ته سامراجي ملڪن ۽ قومن جون ٻينڪن مان پاڙون پٽجن، سندن ڦرلٽ جا بي پناهه وسيلا بند ڪجن، جن جي مدد سان سامراجي، پنهنجن هم قوم مزدورن کي پنهنجو دلال بنائي انقلاب جي راهه روڪيو وينا آهن.

مٿين ڳالهين مان ثابت ٿيو ته، قومي آزادي جون تحريڪون، عالمي اشتراڪي انقلاب جو هڪ اهم مورچو بنجي پيون آهن ۽ اهي تحريڪون اشتراڪي انقلاب جي ڪاميابي ۽ ڪامراني لاءِ نه صرف حالتون سازگار بنائي رهيون آهن، پر ان انقلاب اچڻ جو وڏو سبب پڻ بنجي رهيون

آهن. موجوده دور ۾ قومي آزاديءَ جي تحريڪ، سوشلسٽ انقلاب جو رڳو اهم حصو نه رهي آهي پر هڪ خاص عرصي تائين انقلاب جو دارومدار ئي ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جي قومي جدوجهد تي ئي ٿي پيو آهي. ان ڪري ئي ڪامريڊ لينن ان ڳالهه تي زور ڏنو آهي ته: ”سوشلسٽ انقلاب رڳو ان دور ۾ ۽ انهن حالتن هيٺ اچي سگهي ٿو، جڏهن ترقي ڪيل ملڪن ۾ گهرو لڙائي ۽ پنهنجي پيل نيم غلام ۽ پيڙهيل قومن جي آزاديءَ جي جدوجهد گڏجي هڪ ٿي وڃن.“

مارڪس ۽ اينگلس يورپ جي انقلابن جي تجربي کان پوءِ اهو نتيجو ڪڍيو ته يورپ جي انقلاب کي مڪيه هٿي ايشيا ۽ آفريڪا جي غلام ۽ اڌ غلام قومن جي آزادي جي جدوجهد مان ملندي ۽ اهي قومي جدوجهدون ئي يورپي بورجوازين جون پاڙون ڪمزور ڪري، اتان جي پورهيتن کي انقلاب آڻڻ لاءِ حالتون سازگار ڪري ڏينديون. ان ڪري ئي ڪامريڊ اسٽالن چيو آهي ته: ”سرمائيداري جي اڳين دور ۾ قومي جدوجهد جمهوري جدوجهد جو هڪ اهم حصو هئي، پر هاڻ اها خود سوشلسٽ جدوجهد جو اهم حصو بنجي پئي آهي.“ ان ڪري اڄ جي دور ۾ قومي تحريڪون سوشلسٽ انقلاب جو اهم مورچو آهن ۽ انهن کي زور وٺائڻ کان سواءِ سوشلسٽ انقلاب جي تڪميل ٿي نه ٿي سگهي.

# قومي سوال ۽ مارڪسزم

سامراجي ۽ سرمائيداري ملڪن جي بورجوا دانشورن طرفان مارڪسزم خلاف لاڳيتا حملا ۽ هلائون ٿينديون رهن ٿيون ۽ هو عوام منجهه مارڪسزم خلاف عجيب ڪوڙ ۽ بدوڙ ڦهلائي رهيا آهن. جيئن عوام منجهه مارڪسزم خلاف نفرت پيدا ٿئي ۽ هو مونجهارن جو شڪار ٿي مارڪسزم جي اصلي ۽ سچي روپ کان اڻ ڄاڻ رهي. ان ئي منظم رٿا ۽ پاليسي هيٺ بورجوا دانشور قومي سوال ۽ مارڪسزم کي هڪ ٻئي سان ويڙهائڻ ۽ ٻنهي جدوجهدن کي هڪ ٻئي جي خلاف يعني اينٽي جدوجهدون ڪري پيش ڪري رهيا آهن. قومي سوال کي مارڪسزم خلاف ويڙهائڻ واري پاليسي، بورجوا دانشورن جي نه صرف سياسي پاليسي آهي، پر پختي نظرياتي حڪمت عملي پڻ آهي.

جيئن ته موجوده دور ۾ قومي آزاديءَ جون تحريڪون سوشلسٽ انقلاب جو اهم مورچو آهن، ان ڪري بورجوازي قومي آزادي جي تحريڪن کي عالمي سوشلسٽ تحريڪ کان ڇني ڌار ڪرڻ ۽ ٻنهي تحريڪن کي هڪ ٻئي سان ويڙهائڻ لاءِ وڏي پيماني تي منظم نموني ڪم ڪري رهيا آهن. جيئن محڪوم ملڪن جو عوام منفي ردعمل ۾ اچي مارڪسزم خلاف ٿي وڃي ۽ مظلوم قومون، عالمي انقلابي ڌارا کان

ڪٽجي بي يارو مددگار ٿي وڃن. اهڙي طرح مظلوم قومون آزادي بعد وري بہ اڃي سرمائيدارن جي پنجوڙن ۾ جڪڙجن.

جڏهن تہ قومي سوال، نہ مارڪسزم خلاف آهي ۽ نہ وري مارڪسزم ۾ قومي سوال لاءِ گنجائش نہ آهي. اهي سڀ سامراجي چالون آهن. مارڪسزم، قومي آزادي جي تحريڪن جي سچي دوست آهي. ان وٽ قومي سوال کي حل ڪرڻ لاءِ نہ صرف جامع پروگرام موجود آهي، پر خود قومي سوال مارڪسزم جو هڪ اهم حصو آهي. مارڪسزم قومي سوال جي حل لاءِ جيڪو جامع ۽ نوس نظريو ڏنو آهي، ان تحت ڪيترن ئي سوشلسٽ ملڪن ۾ ان مسئلي کي بهتر نموني حل ڪيو ويو آهي ۽ گهڻ قومي يا وفاقي سوشلسٽ ملڪن ۾ مختلف ننڍيون وڏيون قومون ۽ قوميتون گڏجي هڪ ٻئي سان ڀائپي ۽ برادري وڌائي امن ۽ سڪون سان پنهنجي علائقن ۾ پنهنجي تهذيب، ثقافت ۽ ٻولي کي آزادانہ نموني ترقي وٺرائي رهيون آهن. سوشلسٽ ملڪن ۾ مارڪسي-ليننيي قومي پروگرام تي عمل ڪندي اڄ ڪيتريون ئي قومون خوشحالي ۽ آسودگيءَ جا ڏاڪا جلدي جلدي طئہ ڪري رهيون آهن ۽ سندن وچ ۾ پراڻيون دشمنيون ۽ رنجشون، محبتن ۾ تبديل ٿي ويون آهن. يعني مارڪسزم هميشہ لاءِ قومي مسئلي کي حل ڪرڻ ۽ قومي نفرتن ۽ عداوتن کي ختم ڪرڻ لاءِ جامع پروگرام ڏيندڙ نظريو آهي. ڪميونزم جي باني ۽ رهبرن ڪارل مارڪس، اينگلس، لينن ۽ اسٽالن هميشہ دنيا جي قومي آزادي جي تحريڪن جي حمايت ڪئي ۽ قومي مسئلي کي وڏي اهميت ڏيندي، ان کي وقت جو اهم

سوال ڪوٺيو ۽ ان وقت جي اهم سوال جو سائنسي حل به ٻڌايو.

ڪامريڊ لينن، مارڪسي اصولن موجب هينيون قومي پروگرام تشڪيل ڏنو: ”ڪنهن به قوم لاءِ، ڪنهن به زبان جي لاءِ ڪوبه خصوصي حق نه هجي، قومن جي سياسي حق خوداختياريت جي سوال جو فيصلو يعني بلڪل آزاد ۽ جمهوري طريقي سان آزاد رياست جي حيثيت سان علحدگي جو حق. هڪ اهڙو قانون منظور ڪيو وڃي، جيڪو پوري ملڪ تي لاڳو ٿئي ۽ جنهن جي مطابق هر ان قدم کي ناجائز ۽ منسوخ قرار ڏنو وڃي، جيڪو ڪنهن هڪ قوم کي امتيازي رعايتون ڏيندو آهي، جيڪو قومن جي برابري کي يا قومي اقليت جي حقن کي مجروح ڪندو آهي.“

مارڪسي نظرئي حق خودارادیت ۾ قومن ۾ اقتصادي ۽ ثقافتي ننڍ وڏائي جو ڪوبه وجود نه هوندو آهي. مارڪس ۽ لينن مڙني قسمن جي قومي بدترين کي سخت ننديو آهي ۽ علحدگي چاهيندڙ قوم جو ريفرنڊم جي ذريعي علحدگي جي سوال کي نبيرڻ تي زور پريو آهي. اهڙن قومن جي قومي سوال جي پڻ حمايت ڪئي آهي، جيڪي ڪن وفاقن اندر ”زميني خودمختياري“ چاهين ٿيون. زميني خودمختياري جو مطلب آهي ته، ڪا قوم پنهنجي قومي وطن اندر جيڪو ڪجهه ڪمائي ٿي سا ڪمائي صرف پنهنجو پاڻ تي خرچ ڪرڻ لاءِ آزاد هجي. مطلب ته مارڪسزم جهڙو جاندار، جٽادار ۽ مڙني قومن کي قابل قبول قومي سوال جو حل ٻي ڪنهن به ڏر وٽ موجود ڪونه آهي.

ظالم ۽ مظلوم قومن جي ڪابي ڌر جا اهي انقلابي جيڪي قومي سوال کان نٽائين ٿا، ان کي بي مهل سڏن ٿا، ان جي حل ڪرڻ ۾ ڪابہ دلچسپي نہ ٿا وٺن ۽ صرف سوشلزم جي حصول لاءِ طبقاتي جدوجهد جو راڳ آلاپين ٿا ۽ قومي سوال کي سوشلزم جي اچڻ تائين ترسائي رکن ٿا، سي دراصل ڪميونزم جا دشمن آهن، ۽ هو ڪنهن بہ طرح طبقاتي جدوجهد يا سماجي انقلاب سان سچا ۽ مخلص نہ آهن. ظالم توڙي مظلوم قومن جا انتهاپسند انقلابي، جيڪي قومي مسئلي جي اهميت کان انڪار ڪندي، ان کي رجعت پسندي سمجهن ٿا ۽ ان لاءِ جدوجهد کي ترقي پسندي خلاف تصور ڪن ٿا، سي ڪڏهن بہ ڪارل مارڪس، لينن ۽ اسٽالن جا سچا ۽ صحيح پوئلڳ نہ آهن. هو صرف وات جا انقلابي پر اندر جا رجعت پسند آهن. ڇو جو ڪامريڊ لينن، قومي مسئلي کي وڏي اهميت ڏني آهي ۽ پاڻ قومي آزاديءَ جي تحريڪ لاءِ مزدور طبقي جي جدوجهد کي انقلابي ۽ ترقي پسند سڏيو آهي. جيئن پاڻ چيو اٿن تہ: " جاگيردارانہ خواب غفلت مان جنتا جي بيداري، هر قسم جي قومي جبر ۽ ظلم خلاف جنتا جي جدوجهد، عوام جي خودمختياري لاءِ، قومن جي خودمختياري جي لاءِ جنتا جي جدوجهد ترقي پسند آهن. ان لاءِ هر مارڪسي جو بنيادي فرض آهي تہ قومي سوال جي مڙني پهلوئن جي سلسلي ۾ انتهائي ثابت قدم ۽ با اصول جمهوريت جو جهنڊو بلند ڪري." يا ٻئي هنڌ چيو اٿن تہ: "هڪ جمهوري قوت جي حيثيت سان پرولتاري طبقي جو اٽل فرض آهي تہ هر قسم جي جاگيردارانہ جبر ۽ ظلم جي مڙني قسمن جي قومي ظلم ۽ زبردستي جي، ڪنهن هڪ قوم يا زبان جي امتيازي حقن

۽ رعايتن جي بيخ ڪني ڪئي وڃي ۽ ھي يقيني پرولتاري طبقاتي جدوجهد جي حق ۾ مفيد آھي، جنھن جي ڏار قومي جھڙپ سان ڪند ٿئي ٿي، جنھن ڪي قومي جھڳڙن سان ڏڪو لڳي ٿو.“ يا ٻئي ھنڌ چوي ٿو تہ: ”سامراجيت جي ڪري قومي ظلم ۽ ڏاڍ ۾ واڌارو ۽ تيزي، ھڪ سوشل جمھوريت پسند جي لاءِ اجا بہ وڌيڪ لازمي ڪري ڇڏي ٿي تہ ھو نہ رڳو قومن جي آزادي ۽ علحدگي لاءِ ئي جدوجھد کي تيز ڪري، جنھن کي بورجوازي ”خيالي جنت“ واري جدوجھد جو نالو ڏيندا آھن. بلڪ انھي جي ابتڙ انھيءَ ڏس ۾ پڻ ايرنڊڙ جھيڙن ۽ ٽڪرائن کي بورجوازي جي خلاف انقلابي رخ ۽ واڌاري لاءِ استعمال ڪري.“

جيڪي ظالم ۽ مظلوم قومن جا انتھاپسند انقلابي مارڪسزم کي قومي سوال کان ڌار ڪري پيش ڪن ٿا، سي دراصل ٽين دنيا جي ملڪن ۾ مارڪسزم سان دشمني ڪري رھيا آھن. ھو اھڙي طرح نندين قومن جي عوام ۾ ڪميونزم دشمني جو ٻج ڇٽي رھيا آھن. جيڪڏھن ھو سچ پچ ۾ پورھيت دوست آھن تہ کين قومي تحريڪ کي نہ صرف طبقاتي تحريڪ جو اھم حصو تصور ڪرڻو پوندو، پر انھن ٻنھي جدوجھدن کي ھڪ ٻئي سان ملائي ڪٽڻو پوندو ۽ پنھنجي قول ۽ فعل مان اھو ثابت ڪرڻو پوندو تہ اڄ جي دور ۾ مظلوم قومن ۽ مظلوم طبقن لاءِ واحد نجات جي راھ سوشلزم ۽ ڪميونزم ئي تہ آھي ۽ ان رستي ئي مظلوم قومون صحيح معنیٰ ۾ پنھنجي قومي آزادي حاصل ڪري سگھن ٿيون. پر جيڪي انتھاپسند انقلابي ٽين دنيا جي

ملڪن ۾ قومي تحريڪن سان مهاڏو اٽڪايو بيٺا آهن، سي ڌارين سامراجين، مقامي جاگيردارن ۽ بورجوازين جا دلال آهن ۽ هو انقلاب دشمن آهن. اهڙن ڪوڙن انقلابين جي ڪميونزم جي هادين ۽ رهبرن چڱي نموني مٿي پليت ڪئي آهي ۽ انهن کي ظالم ۽ مظلوم قومن جي پورهيت عوام جا بدخواهه ڪوٺيو آهي. سندن سوشلزم سان غداري کي پڌري پٽ اگهاڙو ڪيو آهي، ۽ اهو ثابت ڪيو آهي ته اهڙا انقلابي ڪنهن به طرح ڪميونزم سان سچا نه آهن. هو پنهنجي ان ڪردار رستي ظالم توڙي مظلوم قومن جي مٿئين طبقي کي فائدو پهچائي رهيا آهن ۽ سڌي طرح انهن جو ڪم آسان بنائي رهيا آهن. اهڙن موقعي پرست ترقي پسندن لاءِ لينن واضح لفظن ۾ چيو آهي ته: ”جيڪي ماڻهو محڪوم قومن جي قوم پرست تحريڪ جي حمايت نه ٿا ڪن، سي درحقيقت حاڪم قوم جي بورجوازي جي حمايت ڪري رهيا آهن.“ يا جيئن اڳتي چيو اٿن ته: ”مارڪس جي انقلابي تعليم جا پوئلڳ جيڪڏهن جمهوريت ۽ پورهيت طبقي سان غداري ڪرڻ نه ٿا چاهين ته پوءِ سندن لازمي فرض آهي ته هو قومي سوال جي ان هڪ خاص گهر جي ضرور حمايت ڪن. اها گهر آهي قومن طرفان پنهنجي قسمت جو فيصلو پاڻ ڪرڻ جي گهر يعني سياسي علحدگي جي گهر.“ يا ٻئي هنڌ چيو اٿن ته: ”جيڪو شخص قومن ۽ زبانن جي برابري تسليم نه ٿو ڪري ۽ اهڙو جهنڊو بلند نه ٿو ڪري، جيڪو شخص سموري قومي ظلام ۽ تشدد يا نابرابري جي خلاف نه ٿو لڙي، اهو مارڪسي ته ڇا پر سڪٺو جمهوريت پسند به نه آهي.“

ظالم قوم جا ڪميونسٽ، جيڪڏهن پنهنجي وطن ۾ سماجوادي انقلاب آڻڻ ۾ سچا آهن ته پوءِ هنن کي ان انقلاب جي راهه ۾ پيل رڪاوٽون دور ڪرڻيون پونديون، جيئن اتي انقلاب لاءِ سازگار ماحول تيار ٿي سگهي. اهو تڏهن ٿي سگهي ٿو، جڏهن سندن هم قوم بورجوازي جون بيٺڪي ملڪن مان پاڙون اکڙن ۽ سندس ٻاهرين ڦرلٽ جا دروازا بند ٿين. جنهن ڦرلٽ ڪري خود حاڪم قوم جو پورهيت طبقو پاڙي ۽ غير انقلابي ٿي پيو آهي. ان ڪري ظالم قوم جي ترقي پسندن جو فرض آهي ته هو نه صرف مظلوم قوم تي احسان ڪرڻ لاءِ پر خود پاڻ تي احسان ڪرڻ لاءِ قومي آزادي جي تحريڪ جي حمايت ڪن، جو ته مظلوم قوم سندن لاءِ پڻ جدوجهد ڪري رهي آهي. ان ڪري ڪامريڊ لينن ظالم قوم جي پرولتاريه کي قومي سوال تي مستحڪم ٿيڻ ۽ ان رستي پنهنجي نجات لاءِ جدوجهد ڪرڻ جو سڏ ڏنو آهي ۽ چيو آهي ته: ”پرولتاريه جو فرض آهي ته انهن بيٺڪي ۽ انهن قومن جي سياسي علحدگي جي آزادي جو مطالبو ڪري، جن کي پرولتاريه جي ”پنهنجي“ قوم ظلم ۽ محڪومي جو شڪار بنائي رکيو آهي. جيستائين پرولتاريه ايئن نه ٿو ڪري، پرولتاري بين الاقواميت ٺلهو بي معنىٰ نعرو ئي رهندو. انهيءَ کان سواءِ ظالم، مظلوم ۽ محڪوم قومن جي مزدورن جي وچ ۾ نه باهمي اعتماد پيدا ٿي سگهندو ۽ نه ئي طبقاتي هڪجهڙائي پيدا ٿي سگهندي.“ يا اڃا به ڪارل مارڪس زبردست لفظن ۾ حاڪم قوم جي پرولتاريه کي خبردار ڪندي چيو آهي ته: ”جيڪا قوم ٻي قوم کي غلام بڻائي ٿي، سا پاڻ ڪڏهن به آزاد ٿي نه ٿي سگهي.“ ان ڪري ظالم قومن

جي انقلابين کي پنهنجي نجات لاءِ بنا ڪنهن ٿوري ۽ احسان جي مظلوم قومن جي تحريڪ آزاديءَ جي نہ صرف حمايت ڪرڻ گهرجي پر خود ان مسئلي تي پنهنجي بورجوازي خلاف ويڙهہ ڪرڻ گهرجي. اها ئي سندن صحيح ترقي پسندي ۽ انقلابيت آهي ۽ پوءِ هو صحيح معنيٰ ۾ مارڪسزم جا سچا دعويدار مڃجي سگهن ٿا. ان خيال کي لينن هنن لفظن ۾ هٿي ڏني آهي تہ: ” سوشلسٽن کي گهرجي تہ هو نوآبادين جي نہ رڳو سواءِ ڪنهن معاوضي ۽ بنا ڪنهن شرط شروط جي ترت آزاديءَ جو مطالبو ڪن، پر ڪين گهرجي تہ انهن ملڪن ۾ قومي آزاديءَ جي لاءِ بورجوا جمهوري تحريڪن ۾ وڌيڪ انقلابي عنصرن جي ڀرپور حمايت ڪن ۽ انهن کي ظلم ۽ محڪومي جو ڪاڄ ٻڌائيندڙ سامراجي طاقتن جي خلاف سندن بغاوت ۾ جيڪڏهن ضرورت پوي تہ انهن جي انقلابي جنگ ۾ مدد ڏين.“

نہ صرف ڪامريڊ لينن ظالم قوم جي پرولتاريہ کي ان مسئلي تي ثابت قدم رهڻ لاءِ زور ڀريو آهي پر ان سان گڏ مظلوم قوم جي پرولتاريہ کي پڻ قومي مسئلي تي چٽو ٿيڻ ۽ ان جدوجهد ۾ حد کان وڌيڪ متحرڪ ٿيڻ ۽ فعال رول ادا ڪرڻ جي هدايت ڪئي آهي. پاڻ مظلوم قوم جي انهن سوشلسٽن کي سخت لفظن ۾ ننديو اٿن، جيڪي چون ٿا تہ قومي آزاديءَ جي تحريڪ پرولتاريہ کي سوشلسٽ انقلاب جي راهہ تان هٽائي يا ٿيڙي ڇڏي ٿي. انهن کي ڪامريڊ لينن هنن لفظن ۾ جواب ڏنو آهي تہ: ”اهو سمجهڻ بنيادي غلطي ٿيندي تہ ڪو آزاديءَ جي لاءِ جدوجهد پرولتاريہ کي سوشلسٽ انقلاب

جي رستي تان ٽٽڪائي سگهي ٿي يا انهيءَ کي جهڪو ڪري سگهي ٿي يا انهيءَ تي ڊڪ وجهي سگهي ٿي.“ ان ڪري ڪين ان جدوجهد ۾ وڏي چڙهي حصو وٺڻ گهرجي، پوءِ ڇو نہ ان تحريڪ جي ڪامياب ٿيڻ جو هڪ هزار مان هڪ موقعو ئي هجي. جيئن لينن چيو آهي تہ: ”ڪنهن قومي جدوجهد جي سوشلسٽ انقلاب کان اڳ ڪاميابيءَ جي ڪٽي هڪ هزار مان هڪڙي چانس هجي، تہ بہ ان جدوجهد جي حمايت ڪرڻ کپي.“

ان ڪري مظلوم قومن جا ترقي پسند، جيڪي حقيقي معنیٰ ۾ پنهنجي عوام ۽ دنيا جي پورهيت برادري سان سچا آهن تہ هنن کي قومي آزاديءَ جي جنگ ۾ اڳين صفن ۾ هجڻ گهرجي. هنن کي قومي تحريڪن جي اڳواڻي پاڻ ڪرڻ گهرجي ۽ ان رستي هو سماجي انقلاب ڏانهن پيشقدمي جاري رکن تہ نہ صرف فتح سندن ٿيندي پر سندن اهو عمل عالمي پرولتاري تحريڪ کي پڻ سگهہ بخشيندو ۽ انقلابي قوتن کي سگهارو ڪندو، بينڪي ۽ سامراجي ملڪن ۾ سوشلسٽ انقلاب جي آمد جا دروازا کوليندو.

# قومي تعلقاتن جي ترقي ۾ ٻہ رجحان

اسان کي قومن جي تعلقاتن جي ترقي ۽ نشونما ۾ سرمائيداري سماج اندر ٻہ رجحان ملن ٿا:

**(الف) واجب قوميت (ب) بين الاقواميت.**

هي ٻئي رجحان سماجي نشونما جي ضرورتن مان جنم وٺندا آهن ۽ تاريخي لحاظ کان ترقي پسند هوندا آهن، هي ٻئي رجحان سرمائيداري سرشتي جا عالمگير قانون آهن.

(الف) واجب قوميت: جنهن ۾ پنهنجي آزاد قومي رياست جي تشڪيل، پنهنجي ٻولي ۽ ثقافت جي ترقي ۽ ڦهلاءُ، قومي زندگي جي بيداري ۽ قومي شعور جي نشونما شامل هوندي آهي.

هن رجحان هيٺ هڪ قوم جا ماڻهو، پنهنجي قوم جي حقن جي حاصلات لاءِ جدوجهد ڪندا آهن، پنهنجي سياسي ۽ اقتصادي آزاديءَ ۽ هر قسم جي قومي ظلم ۽ جبر خلاف جنگ ڪندا آهن. ان ڪري پنهنجي ماهيت جي لحاظ کان هي رجحان ترقي پسند هوندو آهي ۽ مارڪسي نہ صرف هن رجحان جي حمايت ڪندا آهن، پر مطالبو ڪندا آهن تہ قومن ۽

زبانن جي وچ ۾ اڻ برابري ختم ڪئي وڃي ۽ ان سلسلي ۾ هر قسم جون رعايتون ۽ خصوصي حق منسوخ قرار ڏنا وڃن. قومن جو خوداختياري حق، علحدگيءَ جي حد تائين تسليم ڪيو وڃي.

(ب) بين الاقواميت: هن رجحان تحت قومن جي وچ ۾ يائپي، برابري ۽ ڳانڍاپو پيدا ڪرڻ مقصد هوندو آهي. هن رجحان تحت قومن کي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻڻ، قومن جي وچ ۾ لاڳاپن کي مستحڪم ۽ مضبوط ڪرڻ، قومي نفرتن کي ختم ڪرڻ، قومن کي هڪ ٻئي جي سياسي، اقتصادي حاصلاتن ۽ تجربن مان فائدو حاصل ڪرڻ لاءِ سماجي زندگيءَ کي بين الاقواميت عطا ڪرڻ مقصد هوندو آهي. اهڙي رجحان سرمائيداري سماج جي اوائلي دور ۾ ترقي پسند ڪردار ادا ڪيو هو.

پر جڏهن سرمائيداري سماج پنهنجا ارتقائي مرحلا طئه ڪري اجاراداراڻه سرمائيداري يعني سامراج ۾ داخل ٿيو تہ هي رجحان پنهنجي ترقي پسند حيثيت وڃائي وينو ۽ پنهنجي اصل مقصد جي مخالف ۽ ابتڙ ٿي پيو، قومن جي ويجهي اچڻ وارو هي عمل غلط صورت اختيار ڪري ويو.

سرمائيدار قومون، ننڍين ۽ غير ترقي يافتہ قومن سان ڳانڍاپا ۽ لاڳاپا برابري ۽ يائپي وارن بنيادن تي رکڻ بجاءِ، پنهنجي طاقت جي بنياد تي ڦرلٽ ۽ استحصال تي رکنديون آهن ۽ اهڙي طرح قومن جي ڳانڍاپي وارو عمل وڏين قومن جو ننڍين قومن مٿان ناجائز قبضي جي صورت ۾ ظهور پذير

ٿيندو آهي. جنهن ڪري قومن جي وچ ۾ بين الاقواميت فروغ پائڻ بدران ٽڪراءُ جي صورت اختيار ڪندي آهي. سامراجي ملڪ، ننڍين قومن کي پاڻ سان زوري ملائي، بين الاقواميت جو نعرو هڻندا آهن ۽ اهڙي طرح مظلوم قومن جي طرف کان آزاديءَ لاءِ ٿيندڙ هر ڪوشش کي نهايت بي رحمي سان چٿي ۽ چيپاٽي ڇڏيندا آهن. ان ڪري هڪ قوم تي ٻي قوم جو تشدد، نوآبادياتي ڦرلٽ ۽ قومي اڻ برابري، قومن ۾ نفاق جو ٻج ڇٽيندي آهي. قومن جو هھڙي طرح هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ وارو عمل سرمائيداري سماج ۾ نلهو خواب رهجي ويندو آهي.

صحيح معنيٰ ۾ قومن جي وچ ۾ ڳانڍاپا ۽ لاڳاپا سوشلسٽ سماج جي تعمير ٿيڻ سان پيدا ٿيندا آهن. جيڪي بنا ڪنهن ڏاڍ ڏمر، اڻ برابري جي قومن جي وچ ۾ حقيقي برابري ۽ خودمختياري جي بنياد تي دوستي ۽ بين الاقواميت کي فروغ ڏيندا آهن. ڪميونسٽ معاشري ۾ ئي قومن جي بين الاقواميت مستحڪم ٿيندي آهي ۽ قومي يڪجهتي فروغ حاصل ڪندي آهي. قومون هڪ ٻئي جي ويجهو اچي، هڪ ٻئي مان پرائيندیون آهن، هڪ ٻئي جي سهائتا ڪنديون آهن. قومي بغض ۽ قومي نفرت، بين الاقوامي محبت ۽ پنهنجائپ ۾ تبديل ٿي ويندي آهي.

## بورجوا قومپرستي

سرمائيداري نظام جي اوسر سان گڏ قومون تشڪيل ونديون آهن، جيڪي بورجوا قومون سڏبيون آهن. ان بورجوا قوم جي اڪثريت تہ هيٺين طبقي تي ٻڌل هوندي آهي، پر اهم رول قومي بورجوازي ئي ادا ڪندو آهي. بورجوازي شروعات کان ئي قومي شعور ۽ قومي جذبي کي پنهنجي طبقاتي مفادن خاطر استعمال ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. سرمائيدار هر ان شيءِ کي قومي ڪوٺي، ان جي پرچار ۽ حمايت ڪندو آهي، جيڪا هن جي طبقاتي مفادن جي آئيني دار هوندي آهي ۽ سندس قرلٽ واري نظام کي تحفظ فراهم ڪندي آهي. هو پنهنجي طبقاتي مفادن کي سڄي قوم جا مجموعي مفاد ڪوٺي، انهن جي حاصلات کي عين قومي فرض ڪوٺيندو آهي. پنهنجي طبقاتي تهذيب ۽ ثقافت، ريتن ۽ رسمن، سوچن ۽ خيالن کي سڄي قوم مٿان قومپرستي جي نالي ۾ مڙهڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. اهڙي طرح هو عوام اندر بورجوا قومپرستي جا رجعت پسند خيال ڦهلائيندو آهي.

سرمائيدار، پورهيت طبقي کي ڇڙوڇڙ ڪرڻ ۽ سندن عالمي اتحاد ۾ گڏيل گهڻ قومي شعور جي ڪوشش کي ڇيهو رسائڻ ڪاڻ، قومپرستي کي هٿئي طور استعمال ڪندو آهي. هو پنهنجي قوم کي ٻين قومن کان اعلىٰ ڪوٺي، قومي برتري جي پرچار ڪندو آهي ۽ جارحانہ قومپرستي جي فضا پيدا ڪري، قومي تعصب کي ڦهلائيندو آهي. سرمائيدار طبقو، پورهيت عوام جو اصل مسئلن تان ڌيان هٽائڻ ڪاڻ ”مادر وطن جي حفاظت“ جو نعرو هڻندي، قومي يڪجهتي ۽ ملڪي سالميت جي مهابي ”مختلف طبقن جي وچ ۾ اتحاد“

جو ڊونگ رچائيندو آهي. هو جارحاڻہ قومپرستي کي هوا ڏيندي، ڪمزور ۽ غير ترقي يافتہ قومن تي حملا ۽ هلائون شروع ڪندو آهي. آزاد ملڪن تي چڙهايون ڪري، انهن کي غلام بڻائيندو آهي، اهڙي طرح بورجوازي جي ”محب وطني“ جارحيت جو روپ وٺندي آهي. اهڙيءَ طرح سرمائيدار طبقو مختلف هٿڪنڊا استعمال ڪندي، پرولتاري طبقي جي عالمي اتحاد ۽ گڏيل بين الاقومي شعور جي نشو و نما ۾ اٽڪاءُ پيدا ڪري، پورهيت عوام ۾ عالمي ليول تي نفاق ڦهلائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. ڪامريڊ لينن بورجوا قومپرستي بابت لکي ٿو تہ: ” جنگجو بورجوا قومپرستي، مزدورن کي ٺڳڻ، ڏئي سمهاريندي آهي، انهن جي اڪين ۾ ڌوڙ وجهندي آهي ۽ انهن ۾ ڦوٽ پيدا ڪندي آهي تہ جيئن بورجوا جيڏانهن چاهي، ان کي نڪ مان پڪڙي وٺي وڃي.“

سرمائيدار طبقو ظاهري طرح تہ قومي مفادن جي حفاظت جو نعرو استعمال ڪندو آهي، پر اندروني طور تي هو عالمي ليول تي پنهنجي طبقاتي مفادن جي تحفظ لاءِ قومي مفادن کي قربان ڪرڻ کان هرگز ڪين گسندو آهي. هو پنهنجي هم قوم طبقاتي دشمن يعني پورهيت عوام سان منهن ڏيڻ لاءِ هر قومي مفاد کي داءَ تي لڳائي، پنهنجي ملڪ کي ڌارين جي رحم ڪرم تي ڇڏي ڏيندو آهي.

تاريخ اهو ثابت ڪري ڇڏيو آهي تہ سرمائيدارن پنهنجا طبقاتي مفاد سلامت رکڻ ۽ عالمي ليول تي انهن جي تحفظ ۽ سلامتي لاءِ دنيا کي جنگين جو اکاڙو بڻائي ڇڏيو آهي. سرمائيدارن جي جارحاڻہ قومپرستي ئي دنيا کي ٻن عالمي

جنگين ۾ ڏکي چڙيو. جنهن ڪري انسانذات سخت تڪليف هيٺ آئي.

هاڻ سوال ٿو اٿي ته ڇا هر وقت، هر قسم جي قومپرستي نقصانڪار هوندي آهي؟ يا ڪن وقتن تي، ڪن حالتن ۾ قومپرستي ترقي پسند به ٿيندي آهي؟ ڪنهن به ملڪ ۾، ڪن تاريخي حالتن ۾ قومپرستي نقصانڪار نه به هوندي آهي. ان ڪري جنهن وقت اسان ان قسم جو جائزو وٺون ته اسان کي نهايت خبرداريءَ سان قومپرستي کي مختلف تاريخي حالتن ۾ ڏسڻ ۽ سمجهڻ گهرجي ۽ قومپرستي جي تاريخي ڪردار جو اندازو نهايت سنجيدگيءَ سان لڳائڻ گهرجي. مظلوم قومن جي قومپرستي ۽ ظالم قومن جي جارحانه قومپرستي ۾ واضح فرق ڪرڻ کپي. مظلوم قومون، جيڪي نوآبادياتي استحصال ۽ ڦرلٽ خلاف پنهنجي آزاديءَ لاءِ وڙهي رهيون آهن، انهن جي قومپرستي ترقي پسند هوندي آهي. ڇو جو هو عالمي سطح تي سامراجي استحصال خلاف لڙندي، پنهنجو ترقي پسند ڪردار ادا ڪري رهيون آهن ۽ سندن اهڙي قسم جي قومپرستي جو عمل جمهوريت پسند هوندو آهي. ان بابت لينن چيو آهي ته: ”ڪنهن به مظلوم قوم جي بورجوا قومپرستي هڪ عام جمهوري ماهيت جي حامل هوندي آهي. جنهن جو رخ ظلم جي خلاف هوندو آهي ۽ هيءَ ئي اها ماهيت آهي، جنهن جي اسان غير مشروط طور تي حمايت ڪيون ٿا.“ ان ڪري ئي اڄ جي دور ۾ ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جي غلام قومن جي قومپرستي پنهنجي ماهيت جي لحاظ سان ترقي پسند آهي. ان جي پيٺ ۾ ترقي

يافته يورپي ۽ آمريڪي قومن جي قومپرستي جارحاڻه ۽ شاونسٽ آهي.

اسان کي مظلوم قومن جي قومپرستي جو جائزو وٺڻ وقت هڪ ڳالهه اها به ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته مظلوم قومن جي قومپرستي ۾ مثبت پهلوئن سان گڏ ڪي منفي پهلو به هوندا آهن، جن کي پڻ وسارڻ نه گهرجي. ڇو ته اسرندڙ غير ترقي يافته نوآبادياتي ملڪن ۾ قومي تحريڪن جي اڳواڻي گهڻو ڪري بورجوازي ئي ڪندا آهن. ڇو ته نوآبادياتي ملڪن ۾ صحيح معنىٰ ۾ مقداري توڙي معياري پرولتاري طبقو پيدا ٿي نه سگهيو آهي. قوم جي وڏي آبادي هارين ۽ وچولي طبقي تي ٻڌل هوندي آهي. ان ڪري قومي تحريڪن جي اڳواڻي بورجوازي طبقي جي هٿ ۾ ايندي آهي. جيستائين ٻاهرين ڌورو سان آزادي جي جنگ هلندڙ هوندي آهي، ايستائين ته قومي بورجوازي، مزدور، هاري، وچولو طبقو سڀ گڏ جدوجهد ڪندا آهن. ڇو جو ان وقت تائين سيني طبقن جو دشمن گڏيل هوندو آهي. پر جيئن ئي قومي آزاديءَ جي تحريڪ ڪامياب ويندي آهي ته هي طبقاتي اتحاد پڻ ڪمزور ٿيڻ شروع ٿيندو آهي ۽ طبقاتي اختلاف ظاهر ٿي پوندا آهن. پورهيت طبقي ۽ قومي بورجوازي ۾ مانا ٿيل طبقاتي اختلاف نه فقط ظاهر ٿيندا آهن پر ٻنهي ڌرين ۾ ٽڪراءُ جي صورتحال اختيار ڪندا آهن.

قومي بورجوازي پنهنجي طاقت ۽ اٽڪل بازي سان عوام جي حاصل ڪيل خودمختياري تي پاڻ قابض ٿي ويندو آهي ۽ ملڪ مٿان پنهنجو تسلط ڄمائي، پنهنجا طبقاتي مفاد

بچائڻ لاءِ ننگو ٿي نروار ٿيندو آهي. پنهنجو قبضو برقرار رکڻ لاءِ هو آزاديءَ جي مقصدن سان غداري ڪندي، نوآبادياتي سرمائيدار سان ناهه ڪندو آهي ۽ پنهنجي ملڪ جي سخت رجعت پسند ڏرين جهڙوڪ: جاگيردارن، ملن ۽ پيرن ڪي پاڻ سان ملائي، پورهيت عوام جي سگهه ڪي ڪمزور ڪندو آهي. هو سرمائيداري نظام ڪي پڪو پختو بنائي، پنهنجي استحصالي ادارن جهڙوڪ: پوليس ۽ فوج ڪي مضبوط ڪندو آهي. ملڪ اندر پورهيت تنظيمن ۽ پارٽين تي بندش وجهي، ترقي پسند ڪارڪنن ڪي تشدد جو نشانو بنائيندو آهي. ملڪي پورهيت عوام جي عالمي سطح تي مزدورن سان اتحاد ڪرڻ جي ڪوشش ڪي سختي سان روڪيندو آهي ۽ ڪين عالمي مزدور تحريڪ کان الڳ ڪرڻ جي سرتوڙ ڪوشش ڪندو آهي. پر اجا بہ جڏهن ڏسندو آهي تہ مزدور طبقو سگهارو ٿيندو پيو وڃي ۽ سندس طبقاتي مفاد ۽ طبقاتي نظام خطري ۾ آهي تہ هو عالمي سامراج سان ناتا جوڙي، سامراجي ملڪن جي عهدنامن ۾ پاڻ ڪي ڦاسائي، پنهنجي ملڪ ڪي سامراجين جي نيم بينڪيت بنائڻ کان بہ نہ هٻڪندو آهي. هو پنهنجا مفاد عالمي سامراج سان وري ڳنڍيي ڇڏيندو آهي.

سامراجي ملڪ، موجوده دور ۾ بينڪي ملڪن جي ڪسجي وجڻ واري عمل کان پوءِ بہ ماٺ ميٺ ڪري ڪونہ وهندا آهن. هو پنهنجي ڦرلٽ واري نظام ڪي چالو رکڻ لاءِ نوان گهاٽ گهڙيندا آهن. جيئن هو پنهنجي سابق نوآبادين تي وري پنهنجو قبضو برقرار رکن. ان لاءِ پهريان تہ هو نون آزاد

ٽيل ملڪن ۾ پنهنجو اثر رسوخ وڌائڻ ۽ اتي پنهنجا طبقاتي ۽ سامراجي مفاد سلامت رکڻ لاءِ قومي بورجوازين کي استعمال ڪندا آهن، نون آزاد ٽيل ملڪن ۾ پنهنجن دلالن کي اقتدار تي پهچائڻ جون ڪوششون ڪندا آهن، جيڪي سندن مفادن جي رکوالي ڪن ۽ هو نون آزاد ٽيل ملڪن کي قرض ڏئي پنهنجي سياسي ۽ اقتصادي بالادستي قائم ڪندا آهن. اهڙيءَ طرح نوان آزاد ٽيل ملڪ، سامراجي ملڪن جي نيم بيٺڪيتن ۾ تبديل ٿي ويندا آهن. اهو سڀ ڪجهه ان ڪري ٿئي ٿيندو آهي جو قومي تحريڪن ۾ اڳواٽي وارو ڪردار قومي بورجوازي ادا ڪندا آهن ۽ آزادي بعد پورهيت طبقي جي سگهاري نه هجڻ ڪري، هو پنهنجي مفادن جي سلامتي لاءِ بورجوا قومپرستي جو پٽڪو پٽيندا آهن. اهڙي قسم جي قومپرستي کي ڪامريڊ لينن نندينديندي چيو آهي ته: ”هر قسم جي لبرل بورجوا قومپرستي، مزدورن ۾ انتهائي بگاڙ ۽ خرابي پيدا ڪندي آهي. آزادي ۽ پرولتاري طبقاتي جدوجهد جي مقصدن کي زبردست نقصان پهچائيندي آهي.“

# آزاد قومن جي پورهيت بين الاقواميت

ڪامريڊ لينن چيو آهي تہ: ”سوشلزم جو مقصد ننڍن رياستن ۾ انسانذات جي ڀاڱن ۽ قومن جي مڙني الڳ الڳ خانہ بندين کي ختم ڪرڻ آهي. قومن کي هڪ ٻئي ڏانهن آڻڻ ئي نہ پر انهن کي ڪير ڪنڊ ڪري ڇڏڻ آهي.“ ان ڪري اسان کي مڙني قومن جي پورهيت عوام کي هر قسم جي بورجوا قومپرستي جي اثرن کان نہ صرف بچائڻو آهي، پر چوٽڪارو پڻ ڏيارڻو آهي. جيئن اسان پورهيت بين الاقواميت جي منزل کي پهچي سگهون. قومن جي وچ ۾ جيڪي بہ دشمنيون ۽ اختلاف آهن، انهن کي ختم ڪري سگهون. مڙني قومن کي آزادي ۽ خودمختياري ڏياري، انهن کي هڪجهڙائي ۽ برابري وارن بنيادن تي هڪ ٻئي سان اتحاد ڪرائي سگهون. اهو سڀ ڪجهہ تڏهن ٿي سگهي ٿو، جڏهن ڪميونزم دنيا مٿان مڪمل فتح حاصل ڪري. ڇو جو سرمائيدارنہ سماج ۾ قومي نفرتون گهٽجڻ بدران وڌنديون رهنديون. هڪڙيون قومون غلاميءَ جي زنجيرن مان ڇوٽڪارو حاصل ڪنديون تہ ٻيون ان ۾ جڪڙجي وينديون. هڪڙي قسم جي غلامي ختم ٿيندي تہ ٻئي قسم جي غلاميءَ جو نئون طوق ڳچيءَ جو سينگار بڻبو آهي. ان ڪري جيستائين اهو ڦرلٽ تي ٻڌل نظام ختم نہ ٿيندو، تيستائين صحيح معنيٰ ۾ قومي مسئلو هميشہ لاءِ حل ٿي نہ سگهندو. ان لاءِ ئي ڪارل مارڪس چيو آهي تہ: ”جهڙيءَ

طرح هڪ فرد جي هٽان، ٻئي فرد جي استحصال جو خاتمو ٿيندو، نيڪ اهڙيءَ طرح ئي هڪ قوم جي هٽان ٻي قوم جي استحصال جو بہ خاتمو ٿي ويندو.“

ان ڪري ئي مزدورن ۽ ٻي قومي اڪثريت بورجوا قوم پرستي ۽ سرمائيدارانہ بين الاقواميت جي مقابلي ۾ پورهيت بين الاقواميت جو نظريو پيش ڪيو آهي. جنهن جو مقصد آهي، هر قسم جي طبقاتي توڙي قومي ڦرلٽ جو خاتمو، مڙني قومن جي بنا شرط شروط جي مڪمل آزادي ۽ خودمختياري ۽ سندن قومي حقن جي حفاظت، نہ صرف ڌارين قومن جي سرمائيدارن کان پر پڻ پنهنجي ملڪي سرمائيدارن جي استحصال ۽ ڦرلٽ کان، ۽ پوءِ مڙني آزاد ۽ خودمختيار قومن جو هڪ آزادانہ اتحاد قائم ڪرڻ ۽ پورهيت عوام کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪري عالمي سامراج ۽ سرمائيداري خلاف جدوجهد ڪرڻ. اهڙيءَ طرح ان ئي نعري هيٺ پوري دنيا جي تختي تان ڌاڙ، ظلم ۽ جبر ختم ڪرڻ لاءِ مڙني قومن جي پورهيتن کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ٿي جدوجهد ڪرڻي آهي. ان ڪري مزدور طبقي جي بين الاقوامي برادريءَ جو نعرو آهي تہ: ”دنيا جا مزدور هڪ ٿي وڃو.“ ان ئي نعري هيٺ مزدور طبقو هر قسم جي استحصال ۽ ڦرلٽ خلاف متحد ٿي جنگ ڪري رهيو آهي، ۽ هن سرمائيدارانہ ڌاڙ ۽ ڌهڪاءَ کان جند آزاد ڪرائڻ لاءِ دنيا جي مظلوم قومن جي مزدورن ۽ ٻين پرتن جهڙوڪ: هارين، ننڍن صنعتڪارن، ملازمن، دوڪاندارن کي پاڻ سان ملائي قومي ظلم خلاف بہ جدوجهد ڪرڻ لاءِ پنهنجي ان نعري ۾ واڌارو ڪيو آهي تہ: ”دنيا جا مزدور ۽

مظلوم قومون هڪ ٿي وڃو.“ اڄ مظلوم قومون پڻ دنيا جي انصاف پسند مزدورن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي سامراجين سان مهاڏو اٽڪائي رهيون آهن. اهڙيءَ طرح اڄ سرمائيدارن جي خلاف ٻه محاذ کلي پيا آهن. هڪ مزدورن جو بين الاقوامي محاذ ٻيو مظلوم قومن جو محاذ. انهن ٻنهي محاذن گڏجي ڦرلٽ تي ٻڌل سرمائيدارنه سماج جا پير اکوڙي ڇڏيا آهن. هنن پنهنجي ملڪن ۾ سوشلزم کي روڪڻ لاءِ جيڪي بند ٻڌا هئا ۽ مظلوم قومن جي ڪري، جيڪي چالاڪيون ۽ مڪاريون ڪيون هيون، اڄ اهي سندن چالاڪيون ۽ حرفتون سندن موت جو پروانو بنجي ويون آهن.

ڪي بورجوا دانشور مزدور طبقي جي ”پورهيت بين الاقواميت“ واري نعري کي غلط رنگ ڏئي، ماڻهن ۾ ان لاءِ نفرت پيدا ڪن ٿا ته پورهيت بين الاقواميت، قومي انڪاريت تي ٻڌل آهي ۽ پورهيت ”وطن جي حب“ جي مذمت ڪن ٿا ۽ ان کي ڪابه اهميت ڪونه ٿا ڏين. ان ڪري اسان کي بورجوا دانشورن جي ان چال کي سختيءَ سان منهن ڏيڻ گهرجي. پورهيت بين الاقواميت جو نعرو نه قومي انڪاريت تي ٻڌل آهي، ۽ نه وري حب الوطني جي خلاف آهي. نه ئي وري پورهيت طبقو قومي وطن ۽ مفادن جو انڪاري آهي. پر اصل ۾ پورهيت طبقو ئي نه صرف محب وطن آهي، پر هو صحيح معنیٰ ۾ سچو وطن دوست آهي. هو پنهنجي وطن، ٻولي، تاريخ ۽ تهذيب سان اڻ کٽ پيار ۽ محبت ڪندو آهي. ڇو جو اها اصل ۾ سندس ئي ميراث هوندي آهي. پر مزدور طبقو قومي بورجوازي جي مقابلي ۾ پنهنجي وطن لاءِ پيار کي

قومي تڪبر ۽ هٺ ۾ تبديل ٿيڻ نہ ڏيندو آهي. ڇو جو قومي تڪبر، قومي برتري کي جنم ڏيندو آهي. جيڪو عالمي امن ۽ ڀائيچاري جي راهہ ۾ رڪاوٽ هوندو آهي. اصل ۾ پورهيت طبقو سڄي قوم جو صحيح وارث هوندو آهي. ڇو جو هو هر قسم جي ڦرلٽ ۽ پرماريت خلاف وڙهي نہ رڳو پنهنجي طبقي لاءِ فائدو حاصل ڪندو آهي، پر هو اهي فائدا پوري قوم جي ٻين پرتن يعني هارين، ننڍن ڪاتيدارن، ننڍن ملازمن وغيره لاءِ بہ حاصل ڪري ڏيندو آهي. ان ڪري بورجوا دانشورن جي اها مڪاري تہ پورهيت بين الاقواميت قومپرستي ۽ حب الوطني سميت قومي مفادن جي خلاف آهي، سراسر بڪواز آهي. مارڪسٽ ڪنهن بہ قوم جي جائز قومي مفادن کان انڪار ناهن ڪندا، پر اٿلندو هو انهن جي حاصلات لاءِ جدوجهد ڪندا آهن، ۽ انهن قومي مفادن کي پورهيتن جي عالمي طبقاتي مفادن سان ڳنڍي ڇڏيندا آهن. مارڪسٽ هر قوم جي قومي تشخص جا واهرو هوندا آهن ۽ هو هر قوم جي خودمختياري جي جذبي جو احترام ڪندا آهن ۽ ان جي پنهنجي رياست جي تخليق، پنهنجي زبان ۽ ثقافت ۽ ان جي پنهنجي قومي طرز زندگيءَ جي تحفظ جي ضمانت مهيا ڪندا آهن.

ان ڪري اصل ۾ پورهيت بين الاقواميت محب وطني جي خلاف نہ پر سرمائيدارانہ عالمي اتحاد خلاف هڪ بين الاقوامي مورچو هوندي آهي. پورهيت بين الاقواميت جو تصور تڏهن کان جڙڻ شروع ٿيندو آهي، جڏهن کان سرمائيداري سماج وجود ۾ ايندو آهي ۽ هو بين الاقوامي طور

تي مزدورن جو بنا ڪنهن رنگ، نسل، زبان جي فرق جي استحصال ڪرڻ شروع ڪندو آهي. هر قوم ۾ هر ملڪ جا ڪارا توڙي گورا سرمائيدار ۽ ڦورو پنهنجن طبقاتي مفادن جي بچاءَ لاءِ گڏجي عالمي ليول تي اتحاد ڪري مزدور طبقي جو استحصال ڪندا آهن. ان استحصال ۽ ڦرلٽ جي خلاف ئي پورهيت طبقو عالمي سطح تي اتحاد ڪري " پورهيت بين الاقواميت" جي جهنڊي هيٺ جدوجهد ڪندو آهي. اها جدوجهد نہ صرف عالمي ليول تي سرمائيدارانہ ڦرلٽ جي خاتمي ڪرڻ تائين ٻڌل هوندي آهي پر ان جو دائرو سرمائيدارانہ سماج ۾ پيدا ٿيل ٻين ظلمن جهڙوڪ: نوآبادياتي نظام وغيره جي خاتمي تائين وسيع هوندو آهي.

ان ڪري پورهيت بين الاقواميت حقيقي معنيٰ ۾ قومن جي آزادي ۽ برابري جي بنياد تي رضاڪارانہ اتحاد کي پختو بنائي ٿي ۽ هر قوم لاءِ هڪجهڙا حق، موقعا ۽ هڪجهڙيون خوشحاليءَ جون راهون کولي ٿي. بين الاقوامي مزدور طبقي جي گڏيل مفادن جي حفاظت ڪندي، مڙني قومن جي حقيقي مفادن کي پنهنجو ڪري ٿي.

هاڻ سوال ٿو اٿي تہ ان پورهيت بين الاقواميت جي منزل تائين ڪيئن رسڻو آهي؟ سرمائيدارن جي بين الاقواميت جو اصول تہ اهو آهي تہ هر قسم جي زور زبردستي، مڪاري ۽ ٺڳي سان قومن کي هڪ ٻئي سان ملائي، هڪ ٻئي ۾ ضم ڪيو وڃي. پوءِ چو نہ هڪ قوم ٻي تي قابض رهي، هڪ قوم جي آزادي ۽ خودمختياري صلب ٿئي يا ان جي ٻولي ۽ ڪلچر کي تباهہ ٿيڻو پوي، جيئن سامراجي نظام هيٺ ڪيو وڃي ٿو.

پر سوشلسٽ ان سچي عمل جي خلاف ۽ ان جا ڪٽر دشمن آهن. هو قومن جي ان قسم جي ميلاپ کي ننگي ۽ مڪاري تصور ڪن ٿا. قومن جو پاڻ ۾ ملي هڪ ٿيڻ وارو عمل تڏهن شروع ٿيندو آهي، جڏهن مڙئي قومون آزادي ۽ خودمختياري ماڻينديون، ڪابه نوآبادياتي بينڪيت نه بچندي. ان پورهيت بين الاقواميت جي منزل تي پهچڻ لاءِ ضروري آهي ته پهريان محڪوم قومن جي آزادي ۽ خودمختياري لاءِ جدوجهد ۽ جستجو ڪجي ۽ ان جدوجهد کي تيستائين ترسائي نه رکجي، جيستائين سوشلزم جو قيام عمل ۾ اچي، جنهن تحت مڙئي قومون آزادي ۽ خودختياري ماڻينديون. پر لينن جي لفظن ۾ ته: ”اسان ڪنهن انداز ۾ نه، اجاين ڏٺن ساڻ نه، سوشلزم جي قائم ٿيڻ تائين، انهيءَ ڪان پوءِ ڪٽڻ جي ڳالهه ڪري نه، پر صاف صاف چٽي نموني ۽ توريل تڪيل انداز ۾ سياسي پروگرام مرتب ڪري مظلوم ۽ محڪوم قومن جي آزاديءَ جو مطالبو ڪيون. هڪ اهڙو پروگرام مرتب ڪريون، جيڪو ظالم ۽ جابر قومن جي سوشلسٽن جي بزدلي ۽ رياڪاري کي به نظر ۾ رکي...... نيڪ اهڙي نموني اسان قومن جي ڪير ڪنڌ ٿي وجڻ واري اڻ ٽر منزل تائين، مڙني مظلوم ۽ محڪوم قومن جي مڪمل آزادي يعني سندن آزاد علحدگي جي عبوري دور مان ئي گذري پهچي سگهون ٿا.“

پورهيت بين الاقواميت جي ڏس ۾ خاص ڪري ظالم قومن جي مزدورن کي اعليٰ ۽ اهو ڪم سرانجام ڏيڻو آهي، جيڪو آهي، پنهنجي حاڪم قوم جي هٽ هيٺ بينڪن ۽ نيم بينڪن جي آزادي ۽ خودمختياري جو نعرو بلند ڪرڻ. ڇو جو

جيستائين دنيا جون قومون، حاڪمن ۽ محڪومن ۾ ورهايل هونديون، اوسيتائين مزدور طبقو پڻ حاڪمن ۽ محڪومن جي اڻ ڇڪيل ديوار ۾ ورهايل هوندو. بيٺڪي نظام جي موجودگيءَ ۾ پورهيت طبقي ۾ عالمي اتحاد نہ مضبوط ٿي سگهندو ۽ نہ وري موثر ۽ جٽادار. ان ڪري ظالم قومن جي مزدورن کي ان ڏس ۾ وڏيڪ اڳڀرو ٿيڻ گهرجي. ڇو جو جيستائين ظالم قوم جو مزدور پنهنجي حاڪم سرمائيدارن جي بيٺڪي ظلم ۽ ڏاڍ خلاف جدوجهد نہ ٿو ڪري، تيساتين هو ان بين الاقوامي برداري جو ٺلهو همدرد بہ بنجي نہ ٿو سگهي. جيڪڏهن هو پنهنجي ظالم قوم کان مظلوم قوم جي آزاديءَ جي گهر نہ ٿو ڪري تہ اڻ سڌيءَ طرح هو بہ ان سان ظلم ۽ ڏاڍ ۾ شريڪ سمجهيو وڃي ٿو. ٻيو تہ ڇڏيو پر حاڪم قوم جو مزدور، جيستائين محڪوم قوم جي قومي آزاديءَ لاءِ جدوجهد نہ ٿو ڪري تيستائين هو لکها ڪوشش جي باوجود پاڻ بہ آزاد ٿي نہ ٿو سگهي ۽ نہ وري پورهيت بين الاقواميت جي اصول هيٺ مظلوم قوم جي پورهيت عوام جو دوست ۽ ساٿي ٿي سگهي ٿو. ڇو تہ جيستائين مظلوم قومون آزادي ۽ خودمختياري نہ ماڻينديون، تيستائين مٿني قومن جي مزدورن ۾ عالمي اتحاد پيدا ٿيڻ ناممڪن آهي. ان ڪري ڪامريڊ لينن حاڪم قوم جي مزدورن کي پنهنجي هم قوم حاڪم ڌر خلاف مظلوم قومن جي حق ۾ آواز اٿارڻ جي نہ صرف بار بار تلقين ڪئي آهي، پر سندن ان عمل کي صحيح ۽ سچي پورهيت بين الاقواميت جي واٽ سڏيو آهي. ان بابت ڪامريڊ لينن لکي ٿو تہ: ”ظالم ۽ جابر ملڪن جي مزدورن جي بين الاقوامي جذبي جي تعليم جو زور لازمي

طور تي ان ڳالهہ تي هئڻ گهرجي تہ مظلوم، محڪوم ملڪن جي علحدگي جي آزادي جو جهنڊو بلند ڪيو وڃي ۽ انهيءَ جي وڪالت ڪئي وڃي. انهيءَ ڪان سواءِ بين الاقواميت ٿي ئي ڪانہ ٿي سگهي. هيءُ اسان جو حق ۽ فرض آهي تہ اسان ظالم جابر قوم جي هر انهيءَ سوشل جمهوريت پسند کي سامراجي ۽ بدمعاش سمجهون جيڪو هن قسم جي پرچار نہ ٿو ڪري. چاهي سوشلزم جي قيام ڪان اڳ علحده هئڻ جو موقعو ۽ امڪان هزارن منجهان هڪ چو نہ هجي.“

# قومن جي هڪ ٽيڻ وارو عمل

هاڻ اسان قومن جي هڪ ٽيڻ واري عمل بابت ڳالهائينداسين. جنهن کي سامراجي ملڪن توڙي نوآبادياتي قومن جي بورجوا دانشورن گهڻو لوئيو ۽ بگاڙيو آهي. قومن جي هڪ ٽيڻ واري ان نظرئي خلاف وڏي پئماني تي ڪوڙ ۽ بدگمانيون ڦهلايون آهن. ظالم ۽ مظلوم قومن جي بورجوا دانشورن ان تصور جي ٻن مورچن تان مخالفت ڪئي آهي. اسان اڳتي وڌڻ کان اڳ انهن ٻنهي قسمن جي مخالفتن جو جواب ڏينداسين. ان بعد ئي مارڪسي نقطي نگاهه کان قومن جي هڪ ٽيڻ وارو عمل پيش ڪنداسين.

پهريون ته قومن جي هڪ ٽيڻ واري نظرئي کي سامراجي ملڪن جي مرڪزيت پرست دانشورن پنهنجي سامراجي مفادن لاءِ استعمال ڪرڻ شروع ڪيو آهي ۽ قومن جي آزاديءَ جي تحريڪن کي ان نظرئي جو دشمن ڄاڻائڻ شروع ڪيو آهي. هو ان نعري هيٺ مظلوم قومن کي پاڻ سان زوري ملائي، انهن جي ٻولي ۽ ڪلچر کي ختم ڪرڻ سان گڏ، انهن جي نسل ڪشي پڻ ڪري رهيا آهن. هو اهڙي طرح ننڍين قومن جا وجود ختم ڪري، انهن مٿان آقا قوم جي ٻولي ۽ ڪلچر مڙهي رهيا آهن. ان قسم جي بين الاقواميت جو

پورهيت بين الاقواميت يا قومن جي هڪ ٻئي واري عمل سان ذرو بہ واسطو نہ آهي. پر اها بين الاقواميت ظالم قومن جي سرمائيدارن جي سامراجي بين الاقواميت آهي. جنهن جو بنياد قومي انڪاريت تي ٻڌل آهي. جيڪي بہ ظالم قومن جا موقعي پرست سوشلسٽ، اهڙي قسم جي عمل جي حمايت، قومن جي هڪ ٻئي واري عمل کي آڏو رکي ڪن ٿا، سي صرف پنهنجن سامراجي آقائن جي خدمت ڪري رهيا آهن ۽ هو سوشلزم ۽ ڪميونزم جا بدترين دشمن آهن. ڇو جو مارڪسزم هر قسم جي زبردستي الحاق ۽ مرڪزيت جي خلاف آهي. بقول ڪامريڊ اسٽالن جي تہ: ”لينن ڪڏهن بہ ايئن نہ چيو آهي تہ عالمي ليول تي سوشلزم جي فتح کان اڳ ڪنهن هڪ رياست جي حدن ۾ سمورا قومي فرق مٽجي ويندا ۽ قومي زبانون هڪ گڏيل زبان ۾ تبديل ٿي وينديون. لينن جيڪي ڪجهہ چيو آهي، اهو ان خيال جي بلڪل ابتڙ آهي. هن جو چوڻ آهي تہ ”عالمي ليول تي مزدورن ۽ هارين جي حڪومت کان پوءِ بہ قومن ۽ ملڪن جا قومي ۽ سياسي فرق گهڻي زماني تائين موجود رهندا.“

ان ڪري اهڙي نموني مرڪزيت پسند دانشور قومن کي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻڻ بدران سندن وچ ۾ نفاق ۽ نفرت جو ٻج ڇٽي رهيا آهن. ان ڪري نوآبادياتي نظام ئي قومن جي هڪ ٻئي واري عمل ۾ پهرين وڏي رڪاوٽ آهي. ان ڪري پهريان ئي ظالم ۽ مظلوم قومن جي وچ ۾ اڻ برابري ۽ قومي ڦرلٽ وارا تضاد ختم ڪرڻا پوندا. تڏهن ئي قومون هڪ ٻئي جي ويجهو اچي، هڪ ٻئي سان ملي ڪير ڪندا

ٿي وينديون. چو جو ”نوآبادياتي وارو سرمائيداري نظام مظلوم قومن جي ثقافت کي نہ رڳو ڪچليندو ۽ تباھہ ڪندو آھي، پر ڪڏھن ڪڏھن تہ سمورين مظلوم قومن، قوميتن ۽ سندن ثقافتن کي صفحہ ھستي تان ئي مٽائي ڇڏيندو آھي. پر ان جي ابتڙ اشتراڪين جو مقصد نہ رڳو ابتدائي ثقافت جي حفاظت ڪرڻ ھوندو آھي، پر پوئتي پيل قومن ۽ قوميتن کي ترقي ڏياري ۽ سندن ثقافت توڙي معيشت کي ھٿي ڏياري جديد ترقي پسند ثقافت سان لاڳاپا پيدا ڪندو آھي. (تاريخي ماديت، ص:208-209)

ڪميونسٽ سماج ۾ قومن جي ھڪ ٿيڻ واري ان عمل خلاف ٻيو مورچو غلام قومن جي بورجوازين کڙو ڪيو آھي. جيڪي پنھنجي طبقاتي مفادن جي بچاءَ لاءِ پورھيت عوام منجھہ ڪميونزم لاءِ نفرت پيدا ڪرڻ لاءِ اھڙا واھيات مفروضا گھڙي رھيا آھن ۽ ھو اھڙن حساس ۽ جذباتي مسئلن بابت ڪوڙ بدوڙ ڦھلائي عوام جي روحاني جذبن مان ناجائز فائدو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رھيا آھن. ھو پورھيت عوام منجھہ پرچار ڪري رھيا آھن تہ مارڪسزم، قومي وطن، قومي ٻولي ۽ قومي ڪلچر جي دشمن آھي ۽ قومن جي ھڪ ٿيڻ وارو عمل جدا جدا قومن جي ٻولين ۽ ڪلچرن سان ٽڪراءَ ۾ اچي، انھن کي تباھہ ۽ برباد ڪري ڇڏيندو. جيڪا ڳالھہ سراسر غلط ۽ بي بنياد آھن. ان بابت ڪامريڊ لينن ڪليل لفظن ۾ چيو آھي تہ: ”ھر اھو شخص، جيڪو قومي سوال جو ٿورو بہ ڄاڻو آھي، سو سمجھي ٿو تہ بين الاقوامي ثقافت، غير قومي (جنھن جي ھيئت قومي نہ

آهي) نہ آهي. غير قومي ثقافت جيڪا نہ روسي آهي، نہ يهودي آهي ۽ نہ پولش وغيره آهي، پر خالص ثقافت آهي، بڪواس آهي. مزدورن ڪي پنهنجي قومي ثقافت جي حالتن ۽ ترقي جي رفتار ڪان بي نياز نہ ٿيڻ ڪپي. ڇو تہ، ان جي ذريعي ۽ صرف ان جي ذريعي ئي مزدور جمهوريت ۽ عالمگير تحريڪ جي بين الاقوامي ثقافت ۾ حصو وٺڻ جو موقعو حاصل ڪندا.“

ان ڪري اهو سمجهي ڇڏڻ گهرجي تہ قومن جي هڪ ٿيڻ ۽ انهن جي گڏيل ٻولي ۽ ڪلچر نهڻ وارو عمل، ننڍڙين توڙي وڏين قومن، انهن جي ٻولين ۽ ڪلچرن کي ختم ڪري، انهن جا وجود مٽائي، ڪنهن مٿانهين هنڌان اوچتو ۽ صفا نئون نڪور نازل ڪونہ ٿيندو، پر هي عمل ارتقا جو طويل سلسلو طئہ ڪري مڙني قومن جي آزاد ۽ خودمختيار حيثيت ۾ ڪميونزم جي سوڀ بعد ئي وجود ۾ ايندو. جنهن ۾ مختلف قومن جي ٻولي، ڪلچر ۽ ريتن رسمن جا جاندار جزا هڪ ٻئي ۾ برابري ۽ هڪ جهڙائي واري جمهوري اصول تحت گڏجي بين الاقوامي قوم، ٻولي ۽ ثقافت جي تشڪيل ڪندا. ان ڪري بورجوازين جي اها راءِ غلط ۽ بي بنياد آهي تہ ڪو بين الاقوامي پورهيت تهذيب، قومي تهذيب کي ختم ڪري ٿي يا نقصان رسائي ٿي. پر دراصل عالمي پورهيت تهذيب ئي صحيح معنیٰ ۾ قومي تهذيب کي آزادانہ نموني اسرڻ ۽ ترقي ڪرڻ جا موقعا فراهم ڪري ٿي. جيئن سيئي تهذيبون ترقي جي اعلیٰ منزلن تي پهچي، هڪ ٻئي جي سهڪار سان پنهنجي اعلیٰ وٿن ۽ حاصلاتن ذريعي هڪ عالمي تهذيب جي تشڪيل ڪري سگهن.

هاڻ ڏسڻو آهي تہ قومن جي هڪ ٿيڻ وارو عمل ڪڏهن ۽ ڪيئن شروع ٿيندو؟ هي سارو عمل تڏهن شروع ٿيندو، جڏهن دنيا جون مڙئي قومون آزادي ۽ خودمختياري ماڻين، نوآبادياتي نظام جو خاتمو ٿئي، پورهيت رياستون قائم ٿين، هر قسم جو طبقاتي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ ختم ٿئي. ان بعد ئي قومن جي وچ ۾ قومي ديوارون ڊهڻ شروع ٿينديون ۽ قومن جو عالمي ڀائيچارو ۽ اتحاد مضبوط ٿيندو.

جڏهن عالمي ليول تي سماجوادي نظام قائم ٿيندو تہ ان بعد ئي مڙني قومن کي هڪجهڙي ليول تي انفرادي طرح ترقي ڪرڻ ۽ اڳتي وڌڻ جو موقعو حاصل ٿيندو. سوشلسٽ قومن جي اندر پورهيت تهذيب جي تعمير ٿيڻ لڳندي. قومن جون لڪل ۽ نظرانداز ڪيل صلاحيتون ۽ جوهر جيڪي اڳ پرماري نظام هيٺ دٻيل هئا، سي نکري نروار ٿيندا. قومن جي وچ ۾ ميل ميلاپ وڌندو. هنن کي هڪ ٻئي مان پرائڻ جا موقعا ملندا. جنهن بعد هو هڪ ٻئي جي سهائتا ۽ مدد ڪرڻ لڳنديون ۽ سندن وچ ۾ هڪ جهڙيون خاصيتون اڀرڻ لڳنديون. جيڪي خاصيتون پنهنجي هئيت جي لحاظ کان تہ قومي هونديون پر ماهيت جي لحاظ کان سوشلسٽ هونديون. يعني سوشلسٽ قومن ۾ جيڪا پورهيت تهذيب اڀرڻ لڳندي، ان جي اصليت مڙني قومن ۾ ساڳي هوندي، پر ان جون شڪليون قومي هونديون.

جڏهن سوشلزم، ڪميونزم ۾ تبديل ٿيڻ شروع ٿيندي تہ اشتراڪي قومن ۾ گڏيل ڪميونسٽ خاصيتون اڀرڻ لڳنديون ۽ هڪ عالمي پورهيت ثقافت نهڻ جو عمل تيز

ٿيندو. اها عالمي ثقافت مڙني قومن ۽ انسانن جون بهترين ثقافتي وٿون پنهنجو پاڻ ۾ جذب ڪندي. ان سڄي عمل ۾ دنيا جون مڙئي قومون برابري جي بنياد تي حصو وٺنديون. جنهن بعد ئي عالمي ليول تي هڪ قوم، هڪ ثقافت ۽ هڪ ٻولي وجود وٺڻ شروع ڪندي، جيڪا پاڻ ۾ مڙني قومن جون قومي خاصيتون ۽ گڻ سمائيندي. ان سڄي عمل ۾ سڀني قومن جو هڪ جيترو ۽ هڪ جهڙو حصو هوندو.

مختلف قومن جا قومي وجود، سندن ثقافتون ۽ ٻوليون ڪو هڪ سال يا هڪ صديءَ ۾ هڪ عالمي قوم ۾ ضم ڪونه ٿي وينديون. پر ان سڄي عمل ۾ تمام گهڻو عرصو لڳندو. ان عرصي جو اندازو لڳائي نه ٿو سگهجي. قومن جي هڪ ٽيڻ واري ان عمل ۾ پهريان گهڻ قومي ثقافتون، هڪ عالمي ثقافت کي تشڪيل ڪنديون. باقي گهڻ قومي ٻوليون پنهنجا وجود تمام گهڻي عرصي تائين قائم رکنديون. اهو سڄو ارتقائي عمل آهستي آهستي ۽ اڻ محسوس طريقي سان پنهنجي تڪميل تي پهچندو. جنهن بعد سڄي انسانذات امن ۽ سڪون سان ترقي ۽ خوشحالي جا مزا ماڻيندي.

17 آڪٽوبر 1985ع

## مددي ڪتاب


1. جدلياتي اور تاريخي ماديت ڪا ابجد، دارالاشاعت ترقي، ماسڪو، 1979ع
2. معاشري ڪي سائنس، دارالاشاعت ترقي، ماسڪو، 1977ع
3. ليف ليونتيف، سياسي معاشيات، دارالاشاعت ترقي، ماسڪو، 1975ع
4. يوري گنڪوفسڪي، پاڪستان ڪي قوميتين، دارالاشاعت ترقي، ماسڪو، 1976ع
5. لينن، قومي مسئلي ڪا تنقيدي جائزه...، دارالاشاعت ترقي، ماسڪو، 1975ع
6. ايرڪ ڪو ماروف، هندستان لينن ڪي نظر مين، دارالاشاعت ترقي، ماسڪو، 1976ع
7. ڪارل مارڪس، اينگلس، منتخب تصانيف، حصو سوم، دارالاشاعت ترقي، ماسڪو، 1973ع
8. ڪيلي ڪوالزوم، تاريخي ماديت، دارالاشاعت ترقي، ماسڪو، 1974ع
9. وڪٽر آفاناسئيف، سوشلزم اور ڪميونزم، نگهارشات، لاهور

10. وڪٽر آفاناسئيف، مارڪسي فلسفو، پيپلز پبلشنگ هائوس لاهور
11. جوزف اسٽالن، قوم ۽ قوميت، حيدرآباد، 1984ع
12. ڪليم الله، (مترجم)، سماج ڪا ارتقا، ياشاني اڪيڊمي، ملتان.
13. آغائيف، اوگانسيان، قومپرستي بطور نظريو، پاليسي، حيدرآباد
14. چانگ چي هي، چين ۾ قومي سوال، حيدرآباد، 1985ع

Ruk Sindhi

# رڪ سنڌي



سنڌ جو مشهور ليکڪ رڪ سنڌي 5 آگسٽ 1961ع تي تعلقي ڪنڊياري ضلع نواب شاهه جي ڳوٺ حامد اڄڻ ۾ پيدا ٿيو. پاڻ سنڌ يونيورسٽي مان گريجوئيشن ڪرڻ بعد صحافت جو پيشو اختيار ڪيو. پاڻ روزاني سنڌ سجاڳ جي ايڊيٽر ۽ روزاني جاڳو ڪراچي جي ايڊيٽر ۽ پبلشر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. جڏهن تہ روزاني عوامي آواز ڪراچي، روزاني سچ ڪراچي، روزاني سوڀ ڪراچي، روزاني تعمير سنڌ ڪراچي، روزاني سنڌ حيدرآباد ۾ نيوز ايڊيٽر ۽ اسسٽنٽ ايڊيٽر طور خدمتون سرانجام ڏنيون. پاڻ مختلف صحافتي تنظيمن ۾ شامل رهيو آهي. رڪ سنڌي سنڌ جي حقن خاطر مختلف قومپرست ۽ ترقي پسند تنظيمن ۾ بہ سرگرم ڪردار ادا ڪندو رهيو آهي. هو گذريل 20 سالن کان سنڌ جي قديم تاريخ تي تحقيق ڪري رهيو آهي. پاڻ ادب، سياست ۽ صحافت سان لاڳاپيل هجڻ سميت ڪيترن ئي ڪتابن جو خالق رهيو آهي. جن ۾ ڪيترائي ڪتاب شايع ٿيل آهن. جڏهن تہ سندس سوين مقالا ۽ مضمون مختلف اخبارن ۽ رسالن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. رڪ سنڌي جي شايع ٿيل ڪتابن ۾ "قومون ۽ قومي تحريڪ

آزادي”، “ٿوڙي ڦاٽڪ جو سانحو”، “سنڌي قوم جو مقدمو”، “سنڌ جي سياسي صورتحال”، “سنڌ آزادي ۽ انقلاب”، “تاريخ جي لاٽ”، “قاضي فيض محمد”، “سنڌ جي قومي تحريڪ ۽ سنڌين جو اتحاد”، “اڄ جي سنڌ” ۽ “سنڌو سڀيتا جي اوسر” ڪتاب ڳڻائي سگهجن ٿا. رڪ سنڌي ڪيترائي ڪتاب ترجمو ڪري سنڌي ٻوليءَ جي جهوليءَ ۾ وڌا آهن. جن ۾ بينظير ڀٽو جو ڪتاب “پاڪستان طوفان جي گهيري ۾” به هڪ آهي. جڏهن ته ڪيئي ڪتاب مرتب به ڪيا آهن. جن ۾ “باباءِ سنڌ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي”، “سنڌي ٻولي رت رتولي” ۽ ٻيا شامل آهن.

ڪتاب

1. سنڌو سڀيتا جي اوسر (تاريخ، تحقيق)
2. سنڌو سڀيتا جا محقق (سوانح، تحقيق)
3. قومون ۽ قومي تحريڪ آزادي
4. ٿوڙي ڦاٽڪ جو سانحو
5. سنڌي قوم جو مقدمو
6. سنڌ جي سياسي صورتحال
7. سنڌ آزادي ۽ انقلاب
8. تاريخ جي لاٽ
9. قاضي فيض محمد
10. سنڌ جي قومي تحريڪ ۽ سنڌين جو اتحاد
11. اڄ جي سنڌ
12. سڪي ڌرتي، ڌڪويل ماڻهو
13. ڌتڙيل ديس جي ڪهاڻي